# قانون سيني لاءِ

(هارين، مزدورن، عورتن، ٻارن، اقليتن، قيدين، ماحوليات، جانورن ۽
بنيادي حقن متعلق قانوني ڄاڻ)

(تحرير، تحقيق ۽ ترجمو)


## اياز لطيف پليجو

(ايڊووڪيٽ)


(سندھی اور اردو مضامین کے علاوہ بنیادی قوانین کا تفصیلی چارٹ آخری صفحات پر)

نالو ڪتاب جو : قانون سڀني لاءِ

ليکڪ : اياز لطيف پليجو

ڇانهن ڇيلي : نظير جروار ايڊووڪيٽ، حسين بخش ٿاچڙ
مظهر حسين ميمڻ ايڊووڪيٽ، جهانگيرخان پٺاڻ

سال : 2008

ڪمپوزنگ : (امين سولنگي) پارس پرنٽنگ ايجنسي حيدرآباد

ڇپيندڙ : پارس پرنٽنگ ايجنسي حيدرآباد

تعداد : 2000

ڇپائيندڙ : سائوٿ ايشيا پارٽنرشپ پاڪستان

قيمت : 120 رپيا (انساني حقن لاءِ پاڻ پتوڙيندڙن
قيدين ۽ ٻين متاثرين لاءِ رعايتي)

رابطو : اياز لطيف پليجو، 20 شيلٽر صدر حيدرآباد
B-48 پرنس ٽائون قاسم آباد حيدرآباد
فون 0300-3063471 ، 0321-3005853
نظير جروار 0334-2550769
ذوالفقار شاه 0321-3087024

سائوٿ ايشيا پارٽنرشپ، حيدرآباد
A-50, Sindhi Muslim Housing Society, Hyd


*Qanoon Sabhnee Lae (Law for All)*


Author: Ayaz Latif Palijo

Published by: South Asia Partnership Pakistan.

# انتساب

ثابتِ قدم، سدا ملوڪ ۽ بي انتها بهادر شهيد بينظير
ڀٽو ۽ چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري جي نالي ۽
عوامي سياست ۽ آزاد عدليه مان اُميدون رکندڙ ۽ تنها
وڙهندڙ عام انسانن:
مائي جندو
ماسي خديجه چانديو
شائسته عالماڻي
ڊاڪٽر شازيه خالد
منو ڀيل
عارب لوهار
مائي ڀڳواني باگڙي
۽ نسيما لباڻو

نالي

جن سنڌ ۾ انساني، آئيني ۽ قانوني حقن جي جدوجهد
۾ ثابت قدمي ۽ جرئت جا نوان مثال قائم ڪيا.

هڪڙو ماڻهو لک تئي ٿو،
جي هو سچ چوي ٿو.

اياز لطيف پليجو

5-4-2008

# فهرست

# اردو مضامین

# مهاڳ

## زبردست پرامن جمهوري هٿيار

رسول بخش پليجو

سائنسي علم سيکارين ٿا ته انسان پنهنجي اوائلي زندگيءَ جي وحشي دورن مان ڪڏهن تمام آهستي ته ڪڏهن ٿوريون ٽڪيون پيرڙيون ڪٽي ته ڪڏهن تمام وڏيون ۽ تيز برانگهون پري ۽ چال ڏئي اڄوڪي ڪجهه سڌريل حالت کي رسيو آهي. اڃان پنڌ پري آهي. اڃان غلامدار، قبائلي، جاگيردار، سرمايه دار ۽ سامراجي وحشانيت ۽ غلاميءَ، پسماندگي ۽ جهالت مان جند ڪانه ڇٽي آهي. دنيا جي ڇهن ڪنڊن ۾ روز انهن نظامن جي ڏٻٽين ۾ قاتل الائي ڪيترا هزارين لکين مرد عورتون ۽ ٻار ڇڙيون هٽي هٽي پنهنجا پساهه پورا ڪري ڇڏين ٿا. دنيا جي ڪروڙين انسانن سان هڪڙي ڏينهن ۾ الائي ڪيترا ڪيس ٿيندا رهن ٿا.

هزارين سالن کان هن دنيا جي انساني زندگيءَ جي هلت چلت ۽ دستور بابت ٽن مکيه قسمن جا ويچار ماڻهن جي ذهنن ۾ ڇانيل رهيا آهن. گهڻن ماڻهن جون سوچون اهي پئي رهيون آهن ته دنيا ۾ ڪير ڪنهنجو ڪونهي. جيڪو ڏاڍو سو ڳاڀو. ڏاڍي جي لٺ کي ٻه نه پر ٻارهن مٿا آهن، بي پهچ ۽ غريب ماڻهو جهڙو دنيا ۾ آيو تهڙو نه آيو. مڙيئي جيئن تيئن ڪري ڏکيا سکيا ڏينهن ڪاٽي حياتي پوري ڪرڻي آهي ٻي ڪا واهه ڪانهي.

ٻين جو خيال اهوئي پئي رهيو آهي ته سڀ قسمتن جا ڪيل آهن. ”توڙي هلين تکڙو توڙي هلين وک، لکئي منجهان لک، ذرو ضايع نه ٿئي“ ماڻهو ڪٽي چا به ڪري وجهي پر جيڪي نصيب ۾ لکيل هوندس ٿيندو اهوئي، ٻيو ڪجهه نه ٿيندو. هي مانجهاندي جو ماڳ آهي، دم گذر آهي، مڙئي حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻا آهن باقي اڳتي جي خبر خدا کي.

ٿين جو خيال اهو پئي رهيو آهي تہ انسان جيڪڏهن سوچي سمجهي پڪو پهہ ڪري، پنهنجي قسمت پاڻ ناهين، پنهنجي محنت، همت، تجربي، عقل، سمجهہ، سوچ ويچار ۽ دور انديشيءَ کان پورو پورو ڪم ونن تہ هو. دنيا کي بہ ڪڏهن آهستي ڪڏهن تيزيءَ سان ناهي جوڙي فضيلت ۽ سک سان رهڻ جهڙي جاءِ ڪري سگهن ٿا. ان لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهو پاڻ ۾ صلاح مصلحت ڪري اهڙو بندوبست ڪن جو سڀ صلح سانت سان گڏ رهي سگهن. سيني کي پنهجي پتيءَ جا گذر جا وسيلا، سهولتون، حق ۽ ذميواريون ملن. رڳو جيڪو ڏاڍو سو ڳابو وارو قصو نہ هجي. جي حق نہ ملن تہ اهي ڪيئن حاصل ڪجن ۽ ذميواريون ڪيئن پوريون ڪجن، اُن لاءِ اصول ۽ طريقا ٺهيل هجن ۽ سيني کي معلوم هجن، اها سوچ سڀ کان پهرين يورپ جي ملڪ يونان ۾ پيدا ٿي ۽ ان دور جي حالتن آهر ڪافي حد تائين اُتي عمل ۾ بہ آئي. پوءِ روم جي سلطنت ۾ آئي. اڄ اها سڄي يورپ ۽ آمريڪا جي سماجن تي ڇانيل آهي. دنيا جا گهڻي ۾ گهڻا سمجهو ۽ باشعور ماڻهو ان قسم جي سوچن کي ٺلهي ليکي انسان ذات جي لاءِ بهترين سوچون ڪري ليکين ٿا.

اڄوڪي دنيا جي اڳتي وڌيل سرمايہ دار ملڪن ۾ ان قسم جي ججهن جي صلاح سان ڪيل سماجي بندوبست کي ٺلهي ليکي جمهوري نظام ۽ قانون آئين جي حڪمراني ۽ انساني حقن جي بالادستيءَ جا نالا ڏنا وڃن ٿا. اسان جهڙن ٽين دنيا جي پوئتي پيل ملڪن جي مظلوم عوام جي لاءِ غلامدار، قبائلي ۽ جاگيردار وحشي ۽ انسان دشمن رسمن ۽ رواجن وانگر قانون بہ ڄڻ مسڪين ماڻهن جي ويرين جي هٿ وارو ڏنڊو آهي جنهن سان هو ڪين سٽي ڪٽي، لتاڙي ۽ چيپائي، ڪين ڍورن وانگر وهائين ۽ ڦرين مارين ٿا.

موجوده حالتن ۾ ائين ٿو نظر اچي ڄڻ تہ اها صورتحال فطرت جو هڪڙو ڪو ازلي ابدي اٽل قانون آهي تہ عوام دشمن مفت خور غلامدار، جاگيردار، قبائلي سردار، سرمايہ دار، سامراجي ۽

سندن چاڙتي سولين ۽ نان سولين آفيسر شاهي قيامت تائين دنيا جا فرعون بڻيا وينا هوندا ۽ عوام جي قسمت ۾ اهوئي لکيل آهي تہ بکون ڪاٽي، سهم سهي اُنهيءَ فرعون صفت ٽولن ۽ طبقن جي گولن جا گولا بنيا زندگيءَ جا عذاب ڀوڳيندا رهن.

پر شين ۽ حقيقتن جي ظاهري صورت ۽ اصليت ۾ جتي هڪجهڙائي هوندي آهي اُتي تضاد بہ هوندو آهي. حقيقت ۾ هيءَ سموري ڪائنات، سموري فطرت، سمورو انساني سماج ۽ انساني سوچون ابتڙن جي ميلاپ مان ٺهيل هونديون آهن. يعني منجهن سمايل ابتڙ ڳالهيون پاڻ ۾ گڏ بہ هونديون آهن تہ وري پاڻ ۾ ابتڙ ۽ ويڙهہ جي حالت ۾ بہ هونديون آهن. ٻئي طرف سائنسي سوچ جو علم اسانکي سيکاري ٿو تہ مختلف شيون، حقيقتون، ڳالهيون، مامرا، مسئلا وغيره هڪٻئي کان ڌار ۽ مختلف هوندي بہ هڪٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن، هڪٻئي تي دارومدار رکندا آهن بلڪ هڪٻئي ۾ سمايل هوندا آهن.

هي جيڪو سوين صدين کان ظاهري طرح چئُ تہ قدرت جو قانون بنيل آهي تہ ڏاڍو سو ڳابو ۽ ڏاڍي جي لٺ کي بہ نہ پر ٻارهن مٿا آهن، هيٺو عوام هميشہ هيٺو هوندو ۽ ڦورو ۽ ظالم ماڻهو، طبقا ۽ نظام هميشہ مٿانهان ۽ مالڪ هوندا، اها ڳالهہ فقط هڪ حد تائين ۽ فقط ڪجهہ عرصي تائين قائم رهڻي آهي، هميشہ لاءِ نہ.

عوام دشمن ڦورو ۽ ظالم ماڻهو، ٽولا، طبقا، قومون ۽ نظام ظاهر ۾ فولاد وانگر مضبوط تا ڏسجن پر انهن جي اندر ۾ وڏا ڏار ۽ حل نہ ٿي سگهندڙ ٽڪر، تضاد ۽ ڪمزوريون آهن. ٻئي طرف مظلوم عوام ۾ رڳو ڪمزوريون ناهن. انهن ۾ اٿاهہ طاقت بہ آهي ۽ هڪ حد تائين سمجهہ ۽ ڏاتو بہ آهي. سندن طاقت ۾ ڪيتريون شيون ڪٺل آهن، پر آهستي آهستي اُنهن جي پورت ڪبي تہ نيٺ ٿي وينديون. تڏهن تہ انساني تاريخ ۾ ايترا ۽ ايڏا وڏا سماجي ۽ اقتصادي انقلاب آيا ۽ هڪڙا نظام تباهہ ٿيا ۽ ٻين ڪجهہ بهتر نظامن انهن جي جاءِ ورتي، غلامداري، قبائلي ۽ جاگيرداري نظامن جي جاءِ سرمايہ دار سوشلسٽ نظامن ورتي. اها ڀيچ ڏاهہ جاري آهي

۽ جاري رهندي.

ويڙهه جي فن جي عالمي تاريخي استاد، چينَ جي جڳ مشهور سپهه سالار سن زو پنهنجي هاڪاري تخليق ” ويڙهه جو فن“ ۾ لکيو آهي. ”جيڪڏهن توهان پنهنجي قوت توڙي مخالف جي قوت کان باخبر هوندا تہ توهان کي ڪوبہ شڪست ڏئي نہ سگهندو“.

دنيا جي عوامَ هيترين صدين کان پوءِ بہ اها ڳالهہ جيئن سمجهڻ گهرجي تيئن نہ سمجهي آهي تہ سندن مخالف ايڏا اتاهہ طاقتور ۽ هر فن مولاَ ناهن جيترا هو ڏيکائي ڏين ٿا ۽ عوام کيَ ڏسڻ ۽ سمجهڻ ۾ اچن ٿا ۽ خود عوام ايڏا حد درجي جا ڪمزور ۽ بنهہ بطال ناهن جيترا سندن مخالف کين ظاهر ڪن ٿا ۽ جيترا هو پاڻ بہ مخالفن جي پروپئگنڊا تي اکيون پوري ويساهہ ڪري سمجهن ٿا. مطلب ڳالهہ جو تہ مخالف طاقتور آهن پر ايترا نہ جيترا هُو ڏيکائي ڏين ٿا ۽ اسين عوام بہ واقعي ڪمزور آهيون پر ايڏا صفا بي حال ۽ بي وس ناهيون جيترا مخالف بڌائين ٿا ۽ اسين پاڻ بي سمجهي وچان وسهون ٿا.

مثال طور ڦورو ۽ ظالم عوام دشمن ماڻهو ۽ طبقا رڳو سڪٽي ڏنڊي، جي زور تي سڪٽي فوجي طاقت ۽ سڪٽي آپيشاهيءَ ۽ ڏاڍ مڙسيءَ جي زور تي گهڻي دير عوام کي غلام رکي ڦري ماري نٿا سگهن. ان ڪري هو ظاهري طرح تہ ڏنڊي جو زور ڏيکارين ٿا پر کين خبر آهي تہ اصل ۾ ڏنڊو عوام جي گهري ۽ وسيع ناراضپي غصي ۽ مخالفت جي سٽ جهلي نٿو سگهي. ان ڪري هو پاڻ کي قدرتي حاڪم ظاهر ڪن ٿا، پراڻين ريتن ۽ رسمن منترن جنترن، جوتشين، فتوائن جا سهارا وٺن ٿا. ڪوڙين چونڊن، نام نهاد جمهوريتن، قانونن ۽ عدالتن وسيلي پنهنجي حڪمراني جو حق ثابت ڪن ٿا. انهن هٿ ناٽڪن کي، انهن نام نهاد آزاد چونڊن، جمهوري نظامن، انصافن، قانونن، آئينن ۽ عدالتن بابت سندن ڪوڙين دعوائن کي جيڪڏهن مظلوم عوام جا سجاڻ، سورهيہ ۽ سيبتا هڏڏوکي چئلينج ڪن، انهن کي هر ممڪن حد تائين دشمنن جي هٿن مان ڪسي پنهنجي حقن ۽ وسيلن حاصل

ڪرڻ جو هٿيار بڻائين ته جيڪر ڏاڪي به ڏاڪي عوام جو پاسو عوام دشمنن جي پيٽ ۾ ڪافي وزندار ٿي وڃي ۽ وسيع تر عوامي جمهوري جدوجهد کي ڪافي وڏيڪ هٿي ملي وڃي.

اسپين، پورچوگال، فرانس، هالينڊ ۽ ٻين سامراجي يورپي ملڪن جي پيٽ ۾ برطانيه جي سلطنت تمام گهٽبي وڏي هئي. مٿ جيترا انگريز ذري گهٽ اڌ دنيا جا مالڪ ٿي ويا هئا، سندن شهنشاهت ٽان سج لٿوئي نٿي. اها مالڪي رُڳو ڏنڊي جي زور تي هلڻ ناممڪن هئي. ان ڪري انگريز سامراجين غلام بڻايل ملڪن کي اڳوڻن آپيشاهه ۽ رجعت پرست بادشاهن، راجائن، مهاراجائن ۽ نوابن جي راڄ جي پيٽ ۾ ڪيترين ئي رعايتون حق ۽ سک ڏنا جن ۾ مڪاني حاڪمن جي آپيشاهي ۽ فرعونيت جي جاءِ تي قانون، آئين ۽ عدالتن جي هڪ حد تائين بالادستي، اظهار ۽ شڪايت جو حق، انڌيون منڊيون چونڊون، بهتر امن امان ۽ مذهبي آزادي ۽ ٻيون ننڍيون وڏيون اڪيچار سهولتون ۽ رعايتون شامل هيون.

1857ع جي هندستان جي بغاوت جي ناڪاميءَ جو هڪڙو مکيه سبب اهو هو جو ان وقت جي باغين تاريخ جي چرخي کي پوئتي ڌڪي وري به پراڻو مدي خارج ۽ رجعت پرست جاگيرداري بادشاهي نظام مڙهڻ تي چاهيو جنهن لاءِ عوام ۾ ڪو ايڏو وڏو چاهه ڪونه هو.

ويهين صديءَ ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جي جدوجهد جي ڪنهن حد تائين ڪاميابيءَ جو هڪڙو مکيه سبب اهو هو جو انهن پارٽين جا اڳواڻ گهڻو ڪري اعليٰ درجي جا قانوندار بلڪ بئريسٽر هئا ۽ انهن انگريز جي اڳ کان بهتر قانون کي خود انگريزن خلاف استعمال ڪيو ۽ هنن جي ڪمزورين جو ٻين ويڙهه جي طريقن سان گڏ قانوني ويڙهه جي ميدان ۾ به ڀرپور فائدو ورتائون.

پاڪستان ۾ عوامي جدوجهد جي هڪڙي وڏي ڪمزوري اها آهي جو سمورين پارٽين تي قبائلي، جاگيردار مزاج رکندڙ

ليڊرن جو تسلط آهي جيڪي عوامي جدوجهد ذريعي ڪروڙين عوام کي گانڌي ۽ جناح وانگر قانوني، آئيني ۽ جمهوري ويڙهه جي ميدان ۾ آڻي ڪين ويڙهه جي اڳواڻيءَ جي پوزيشن ۾ آڻڻ هرگز نٿا چاهين ٿا. هو ڪين فقط ووٽر ۽ وڏ ۾ وڏ نعريباز هجوم جا فرد ڏسڻ چاهين ٿا. هو غريب عوام جي سندن اميراڻي سياست ۾ وڌيڪ ڪشش ۽ دست اندازي برداشت ڪرڻ پنهنجي لاءِ فائديمند نٿا سمجهن. هو سمجهن ٿا تہ چٽ ۽ ڦٽ پڌا چڱا آهن، سندن من وڻائڻو ناهي. ڪين راشن تي ٿورڙي اهميت ٿورڙي شاباس ڏيڻي ۽ ٿورڙي واهہ واهہ ڪرڻي آهي. ٻئي طرف خود عوام کي اها خبر ناهي تہ موجوده ناقص سماجي سياسي ۽ اقتصادي نظام اندر بہ حڪمرانن جي مفادن ۽ مجبورين ۽ سڌريل دنيا جي دستورن سبب گهڻائي ڪارائتا ۽ اهم قانوني، جمهوري، آئيني ۽ انساني حق قاعدي موجب مليل آهن پر انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ وٺن گهربل ڄاڻ، سمجهہ ۽ اڳواڻي موجود ناهي. جيڪڏهن موجوده جهڙي تهڙي آئين ۽ قانونن جي ڄاڻ ۽ سمجهہ عوامي سطح تي موجود هجي ها ۽ انهن ميدانن ۾ ثابت قدمي ۽ اورچائي سان جدوجهد ڪئي وڃي ها تہ اڄ ڦورو ۽ ظالم طبقا اهڙي فرعوني پوزيشن ۾ نہ هجن ها جنهن ۾ هو اڄ آهن.

اڄ هڪڙي طرف پوليس ڪاتو جاگيردارن ۽ دهشتگردن جي حوالي ڪيل آهن. ماڻهن جا ساهہ مٺ ۾ آهن. چؤطرف ڪربلا جا نظارا آهن. ڪورٽن ۾ سڄ لڳي پئي آهي، اجاڳ ڪالهوڪي ڳالهہ آهي جو جج صاحبان پاڻ بنفس نفيس پنهنجن ٻارن ٻچن سان گڏ قيدن ۾ بند ٿيا پيا هئا. ٻئي طرف سڄو ملڪ منصور ٿيو پيو آهي، چيف جسٽس افتخار احمد چوڌريءَ جي ٻاريل شمع ۽ سڄي قانوندان برادري، باشعور سياسي عوام ۽ ڪارڪنن جي پُرجوش ۽ سورهيہ شاهي ۽ ثابت قدمي اڄ سڄي پاڪستان ۾ هڪڙي پر امن جمهوري بهار جي موسم جو آغاز ڪري ڇڏيو آهي.

آئون گهڻي زماني کان وٺي اها ڳالهہ ڪندو رهيو آهيان تہ جيستائين پاڪستان جهڙي نيم غلام مغربي سامراجي ملڪن جي

عوام جي جمهوري ۽ طبقاتي، قومي ۽ سامراج مخالف جدوجهد ۾ ڀرپور قانوني ۽ آئيني جدوجهد به شامل نه هوندي ۽ ان جي ليڊرشپ ۾ پهريائين صف جا سچا ۽ سورهيه محب وطن ۽ عوام دوست وڪيل ۽ قلمڪار پنهنجي پوري سگهه ۽ اتساهه سان شامل نه هوندا تيستائين اها رڳو نالي ماتر هوندي ۽ رڳو قبائلي جاگيردار سرمايه دار سامراجي ڇاڙتن جي پاڻ ۾ مليل مختلف ٽولن جي پيٽ پرست، موقعي پرست ۽ عوام دشمن سياسي نورا ڪشتيءَ جي ميدان ۾ فوٽ بال وانگر ٿڏبي رهندي.

ان منزل کي پسڻ لاءِ ضروري آهي ته ملڪ جو غريب عوام چڱي طرح اهو ڄاڻي ۽ سمجهي وڃي ته جنهن قانون کي پيڙهين کان سندن خلاف ڏنڊي طور استعمال ڪيو ويندو رهيو آهي اهو ڏنڊو خود سندن مخالفن خلاف به ۽ خود سندن فائدن لاءِ به استعمال ٿي سگهي ٿو ۽ ٿيڻ گهرجي. نه ته سندن چمڙون ان ڏنڊي جي زخمن کي چيٿيندي برباد ٿي وينديون.

دراصل قانون کي استعمال ڪئي بنهه ابتڙ نموني ڪيو ويندو رهيو آهي ۽ ان ۾ عوام جي مجبوري، سادگي ۽ اڻ ڄاڻائيءَ کي به وڏو دخل پئي رهيو آهي پر ان جو ڄاڻايل بنيادي مقصد آهي ئي ماڻهن کي ڏاڍن ڏاڍن گابن کان بچاءِ ڏيڻ. ڏاڍن ماڻهن، ڏاڍن ڪامورن، ڏاڍين حڪومتن ۽ سندن عوام دشمن ريتن رواجن ۽ دستورن کان بچاءِ ايتري قدر جو مونکي يقين آهي ته جيڪڏهن اسان جا عام ماڻهو خود هاڻوڪي جهڙي تهڙي قانون ۽ آئين کان بنيادي طرح واقف ٿي وڃن ۽ انهن جو پنهنجي حقن، آزادين، ملڪيتن، عزتن ۽ آبروئن جي حفاظت لاءِ صحيح ۽ ڀرپور استعمال ڪري سگهي وڃن ته جيڪر تمام ٿوري تاريخي عرصي ۾ هن ملڪ مٿان استحصال، ڦرلٽ، بي رحمي ۽ سفاڪي ڪندڙ فرعوني قوتن جي قهري راڄ ۽ بالادستي بلڪ جڻ ته سندن خدائيءَ جي ختم ٿيڻ جي چٽي شروعات ٿي وڃي ۽ عام ماڻهن ۽ ڪين ايذائيندڙن ۽ عذاب ڏيندڙن جي وچ ۾ طاقت جو توازن بنيادي طرح بدلجي عوام جي فائدي ۾ ٿي وڃي.

ان ئي خيال کان مون گهڻا سال اڳ "عبرت" اخبار ۾ "ڪورٽن جو ڪهاڻيون" جي عنوان سان عوام کي قانوني ڄاڻ ڏيڻ جي شروعات ڪئي. اڳتي هلي مون "ڪاوش" ۾ قانوني مشورا ڏيڻ ۽ عوام جي بچاءُ لاءِ گهربل ڪن بنيادي قانونن بابت معلوماتي مقالا لکيا، ان ڪانپوءِ اياز لطيف ڪاوش، عبرت، جاڳو ۽ سچ ۾ ان سلسلي کي جاري رکيو، بهترين ڪالم ۽ ڪتاب لکيا. تان جو هي سنڌ جي ماڻهن لاءِ تاريخي اهميت رکندڙ قانوني ڪتاب لکي ڪين هڪڙو اهڙو زبردست جمهوري هٿيار تيار ڪري هٿ ۾ ڏنو اٿس جنهن جي قوت، اهميت ۽ فائدن جو في الحال هو تصور به ڪري نه سگهندا. چوندا آهن ته "دل آهي ننڍڙي پر وهه جي ڳنڍڙي" شين ۽ ڳالهين جي اهميت جو دارومدار رڳو گهٽائي يا ٿورائي، ننڍائي ۽ وڏائي (Quantity) تي ناهي انهن جي خوبيءَ (Quality) تي به آهي. وڏي ڳالهه ته ڪنهن ڏانو، لياقت يا هٿيار جي اهميت جو دارومدار ان تي به آهي ته اهي ڪنهنجي ڪتب اچن ٿا ۽ ڪهڙي وقت اچن ٿا. اعليٰ عدالتن ۾ مها قانوندان برڙ باڪاس ڳاڻ ڳڻين سرنديءَ وارن کان لکين رپيا فيون وٺيو اٿ ڪتابن جا پڙهيون ساڻ ڪٺيو، منجهانئن حوالا ڏيو، ڏينهن جا ڏينهن اوچي انگريزيءَ ۾ قانوني موشگافيون پيا فرمائين، سا ڳالهه پنهنجي جاءِ تي نهايت اهم آهي پر ان کان هزارين ڀيرا وڌيڪ اهم اها ڳالهه آهي ته لکين غريب ۽ بي واهه ۽ ڏتڙيل ماڻهو ظالمن جي ظلم کي منهن ڏيڻ لاءِ بي ڊوڙ ڏک سان گڏ قانوني بچاءُ جي ٿوري گهڻي شروعاتي ڄاڻ ۽ ڏانو به سگهي وٺن، گهربل قانوني مدد به حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙين ۽ هڪڙو اهڙو ماحول تيار ٿي پوي جو سڄي سنڌ ۾ ڦهليل سجاڳي ۽ مڙسي جي مدد سان ڏاڪي به ڏاکي سماج جي بڇڙين بلائن ۽ ڪوراڙين جا حوصلا پست ٿي پون، سندن واهون بند ٿي پون ۽ ماڻهو سک جو ساهه کڻي سگهن.

اها ڳالهه ايڏي مشڪل نه آهي جيڏي بظاهر نظر اچي ٿي، مثال طور: عوام دشمنن جو غريب عوام خلاف وڏي ۾ وڏو هٿيار ڪرپٽ ۽ مجبور پوليس آهي. سواءِ ڳاٽي ڀڳي رشوت ڏئي پاڻ کي

برباد ڪرڻ جي يا ڪنهن ٻر جي رهزن وڏيري جي پيرن جي خاڪ ٿيڻ جي پيو بچاءُ جو ڪوبه طريقو ڪونهي. پر جيڪڏهن هن ڪتابڙي کي غور ۽ محنت سان پڙهي ڏسبو. ۽ وڏيڪ پڇا ڳاڇا ڪبي ته معلوم ٿيندو ته ظالم پوليس ۽ ظالم وڏيرا وغيره جيڏا اجگر ديو جيڏا وڏا لڳن ٿا اوڏا بلڪل ناهن. پوليس جا هٿ ايترا ٻڌل آهن جو جيڪڏهن عام ماڻهن کي ٿوري به ان ڳالهه جي خبر هجي ته ڪين ايڏي گهٽي زيادتي ڪرڻ جي جرئت ئي نه ٿئي.

مثال طور ماڻهن ليکي پوليس کي وٽي ته ڪنهن ڪان به فرياد وٺي نه وٽيس ته نه وٺي. جي دانهن ڏبي ته منهنجو فرياد نٿا وٺن ته ڪير ٻڌندو ئي ڪونه. فرياد نه وٺڻ جو ڪوتدارڪ ٿي سگهندو ئي ڪونه. بلڪه هو چوندا ته هي ماڻهو فرياد لاءِ اسان وٽ آيو ئي ڪونه. ڪوڙو به ڪندس ۽ اڳتي هلي ڪنهن ڪوڙي ڪيس ۾ اٽڪائي ڪانئس زبردست بدلو به وٺي ڇڏيندا.

پيو ته چڱن ڀلن پڙهيل ڳڙهيل ماڻهن ليکي پوليس جي فرياد نه ورتو ته پيو ڪو داد فرياد ٿيڻو ئي ڪونهي، جڻ ڪو ڏوهه ٿيوئي ڪونه.

اهي ٻئي ڳالهيون بنيادي طرح ماڻهن جي اڻ ڄاڻائيءَ تي ٻڌل آهن ۽ قطعي غلط آهن.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪنهن ٿاڻي جي انچارج کي اهڙي دانهن ڏئي جنهن مان بظاهر معلوم ٿئي ته ڪو پوليس جي ٻڌڻ جوڳو ڏوهه ٿيو آهي ته پوءِ پوليس آفيسر قانوني طرح ان دانهن کي دانهن جي ڪتاب (FIR Book) ۾ جيئن جو تيئن داخل ڪرڻ لاءِ ٻڌل آهي. جي ثابت ٿئي ته اهڙي دانهن ڪنهن پوليس آفيسر کي ڏني ويئي ۽ هن لنوائي ڇڏي ۽ نه لکي ته اهو ڏوهه جو ڏوهاري آهي ۽ ڪورٽ يا بالا آفيسر ان پوليس عملدار کي نوڪريءَ مان خارج ڪري يا ڪرائي سگهن ٿا. بهرحال قاعدي موجب هو سخت سزا جو مجرم بنجي وڃي ٿو.

سوال ٿو اٿي ته جي هو ڪوڙ ڪري چئي ته اهو ماڻهو مون وٽ آيو ئي ڪونه ته پوءِ؟ ان جو علاج سولو ۽ سادو آهي ته

دانهن/فرياد جو اخوال انگريزيءَ ۾ لکائي فئڪس رستي (1) چيف جسٽس آف پاڪستان اسلام آباد (2) چيف جسٽس آف سنڌ، ڪراچي (3) آئي جي سنڌ (4) حد جي سيشن جج (5) ڊي پي او ۽ خود (6) حد جي ايس ايچ او کي موڪلي ڇڏجي ۽ ان جون ڪاپيون پاڻ وٽ پاڻ سنڀالي رکجي ڇڏجن، سمجهو فرياد ٿي ويو.

پر جي پوءِ به ايس ايچ او فرياد داخل نہ ڪري تہ پوءِ ڇا ڪجي؟ هاڻ هتي اچ اها ڳالهہ سمجهي ڇڏڻ کپي جيڪا لکين ماڻهن سئو سالن ۾ بہ نہ سمجهي آهي ۽ ان ڪري بدمعاشن کي ۽ ڪرپٽ پوليس وارن کي هزارين لکين غير قانوني حرڪتون ۽ ڏوهہ ڦٻي ٿا وڃن. اصل قانوني پوزيشن اها آهي تہ فرياد هرو ڀرو پوليس وٽ داخل ٿئي نہ تہ داخل ٿي نہ ٿو ٿي سگهي، ائين هرگز ناهي. فرياد سڌو حد جي واسطيدار ڪورٽ ۾ بہ داخل ڪرائي سگهجي ٿو. اهو ڪم وڏيڪ سولو بہ آهي، ان ۾ پوليس کي سائين سائين ڪرڻ جهڙو مسئلو بہ ناهي ۽ ان ڪيس جو اڪلاءُ پوليس واري ڪيسن کان گهڻو جلد ۽ وڏيڪ سولائيءَ سان ٿي سنگهندو آهي. ان ۾ فرياديءَ جا حق وڏيڪ ۽ جوابدار کي گهٽ آهن. مثلاً: جوابدار پوليس ڪيس ۾ پئسا ڏئي ڳڙ ٻڙ ڪري سگهي ٿو. ڪورٽ ڪيس ۾ پوليس جو دخل ڪونہ ٿو ٿي سگهي. بلڪ اوائلي جاچ دوران جوابدار جو بچاء پڌو ئي نہ ويندو آهي. ڪيترا پوليس وارا ڪوڙا ڪيس ان ڪري ناهي سگهندا آهن جو هو جنهن ڏينهن جوابدار کي قيد ڪندا آهن رڪارڊ ۾ ان جي صحيح تاريخ ڪونہ رکندا آهن. پوءِ پيا ان کي ماريندا ڪُٽيندا آهن. نيٺ ڪم پڪو ڪري پوءِ چوندا ۽ لکندا تہ بنهہ اڄ فلاڻي هنڌان گرفتار ڪيو اٿئون، وٽائنس هيترا هيترا زيور يا هٿيار مليا اٿئون. ان جو سبب اهوئي آهي جو جنهن وقت ۽ تاريخ ماڻهو گرفتار ٿئي ٿو اها جي صحيح رڪارڊ ٿيل هجيَ تہ ان کان 24 ڪلاڪ پوءِ هن جي پنيان ڪابہ ملڪيت، هٿيار يا ٻي ڪابلا لڳائبي تہ ڪورٽ اها رد ڪري ڇڏيندي. ان ڪري بي گناهہ ماڻهن تي 80 سيڪڙو ڪوڙا ڪيس رڳو گرفتاريءَ جي صحيح تاريخ رڪارڊ تي نہ هجڻ ڪري گهڙيءَ

۾ پون ٿا. ان جو علاج بلڪل سولو آهي. ڪو عزيز قريب دوست يار گرفتار ٿئي ته هڪدم مٿيِ ڄاڻايل ججن ۽ پوليس آفيسرن کي يا گهٽ ۾ گهٽ انهن مان هڪ اڌ کي ئي سهي فئڪس ڪجي ته:

”اڄ فلاڻي شهر يا ڳوٺ ۾ يا جاءِ تي فلاڻن فلاڻن ماڻهن جي روبرو فلاڻي پٽ فلاڻي کي فلاڻي تاڻي جا فلاڻا فلاڻا پوليس وارا گرفتار ڪري ويا هليا.“

بس رڪارڊ ٿي ويو. پوليس هڪڙي ڏينهن ڪانپوءِ پلي توبون پنيان لڳائي ڇڏي، ڪاريءَ وارا ڪڪَ ليندن، ڪجهه ڪونه ٿيندو.

هر سازش جو علاج آهي رڪارڊ، جيڪا حقيقت جيئن ٿئي تنهن لاءِ بالا عملدارن کي فئڪس ڪري ڪاپي وٺي رکو، حد جي ڪورٽ ۾ درخواست ڏيئي رڪارڊ تي رکايو ۽ سچو نقل وٺي پاڻ وٽ رکو. اهڙا پني تڪر اڳتي هلي واهه جا ڪم ڏيندا. ڏوهاري ماڻهو موذي مرضن وانگر آهن ۽ قانون وٽ بظاهر ذري گهٽ هر موذي مرض جو علاج موجود آهي. رُڳو بروقت بچاءَ جي ڪاروائي ڪرڻي آهي. ۽ قانون کي حرڪت ۾ آڻڻو آهي. ثابت قدمي، همت ۽ جرئت سان مامري کي منهن ڏيئي ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ وجهڻي آهي. پوءِ آهستي آهستي ماحول ٺهي پوندو ۽ گهڻي ڀاڱي سيئي سهنج ٿي پوندا.

اياز لطيف جڏهن ڊگري وٺي، ڪميشن پاس ڪري ايريگيشن کاتي ۾ آفيسر ٿيو ته مونکيِ ڳالهه ڪانه وڻي. مون چيس ته پاڻ ماڻهن لاءِ سرڪاري نوڪري موزون ناهي تون وڪالت ڪر. چيائين ته مونکي به نوڪري نٿي وڻي پر وڪالت الائجي هلندي يا نه. پر پوءِ پاڻهي استعيفا ڏئي پلو وڪيل ۽ قانون جو بهترين استاد ٿيو ۽ ڪامياب مقرر، ليڪچرر، ليکڪ ۽ مصنف آهي، پر مونکي سندس جنهن تحقيق ۽ لکت سڀ کان وڌيڪ خوش ڪيو سو هي ڪتاب ”قانون سڀني لاءِ“ آهي.

وڪيلن ۽ ججن لاءِ لکيل وڏن وڏن پيچيدن ۽ مغز کي چڪر ۾ وجهندڙ مسئلن بابت قانوني ڪتاب ته هزارين لکيل آهن

پر جنهن ڳالهہ جي عوام کي سخت کان سخت ضرورت آهي سا هي عام هيٺين سطح (Grass roots) تي قانون بابت اهڙي سادي عام فهم ڄاڻ ۽ تعليم جيڪا غريب، بي واهہ ۽ مظلوم ماڻهن کي ائين هڪيو تڪيو فائدو ڏئي جيئن ائسپرو، پونسٽان، زينٽڪ يا پيون ائنٽي بايوٽڪ دوائون.

هن عوامي ڪتاب ۾ تمام وڏن توڙي تمام ننڍڙن قانوني مسئلن بابت ڄاڻ ڏنل آهي. مثلاً: سرڪاري ملازمن جو ائڪٽ 1973ع ۽ سرڪاري ملازمن جي اهليت، ضابطي جا قانون، پاڪستان ماحولياتي حفاظت جو قانون 1997ع، بدناموسي بابت قانون، جانورن سان ظالماڻي سلوڪ جي منع جو قانون 1890ع، فوجداري مقدمن جي جانچ جو طريقو، عوام کي تڪليف ڏيندڙ ڪمن کي روڪڻ جو قانون (Public nuisance)، بنيادي انساني حقن جي خلاف ورزيءَ جي صورت ۾ عدالتن کان ڪم ڪيئن وٺجي ۽ عدالتن جا اختيار ۽ ڪم جو طريقو، عورتن جا قانوني ۽ آئيني حق، قيدين لاءِ قانون، نڪاح نامي جي اهميت ۽ ان جا بنيادي جزا، خريدارن جا قانوني حق وغيره وغيره. انهن مان کي اهڙا قانون آهن جن بابت گهٽ ماڻهن کي خبر ئي ڪانهي تہ ڪي اهڙا قانون بہ آهن جن کان مدد وٺي سگهجي ٿي.

هڪڙي پراڻي سياسي ضمير جي قيديءَ جي حيثيت ۾ مونکي قيدين بابت قانون جي جيڪا نهايت تفصيلي اپٽار اياز ڪئي آهي تنهن بيحد متاثر ڪيو. مثلاً: قيديءَ جو سامان، گهر ياتين جو خرچ، اپيلون ۽ درخواستون، قيدين جي آزادي معافيءَ جو طريقو، بنا پورهئي جي سزا وارا قيدي، قيدي عورتون ۽ ٻار، منع ٿيل سزائون، پورن ڏينهن سان ڳوهاريون قيدي عورتون، قيد خاني ۾ ٻار ڄمڻ، هلندڙ ڪيسن جي قيدين لاءِ پورهيو، ڪتاب ۽ اخبارون، سخت بيماري، ذهني مريض، پاڳل قيدي، ٿڃ پياريندڙ ماءُ لاءِ کاڌو، ڳورهارين قيدي عورتن جو کاڌو، ٻارن جو کاڌو، ڦاهيءَ جي سزا مليل قيديءَ لاءِ ملاقات، عام خط، وڪيل سان ملاقات، قيدين جا ڳجها خط وغيره وغيره.

اياز لطيف سميت سيني چاڻو عوام دوست وڪيلن ۽ عوام دوست سياسي ڪارڪنن ۽ سول سوسائٽي جي اين جي اوز ۽ ٻين مهندارن کي سمجهڻ گهرجي تہ اسين سڀ جنهن نئين قانوني، آئيني ۽ حقيقي جمهوري نظام لاءِ شاندار جدوجهد ڪري رهيا آهيون تنهن کي تيستائين جٽادار بنيادن تي قائم رکي نہ سگهبو جيستائين عوام کي هيٺين عام فهم لکيتن ذريعي قانون جي بنيادي روح ۽ طريقہ ڪار کان چڱي طرح واقف ۽ قابل نہ ڪبو. ان ڪري لازم آهي تہ قانون جي بنيادي ڄاڻ لاءِ دائمي بنيادن تي باقاعدگيءَ سان ڪلاس، ورڪشاپ ۽ ليڪچر منظم ڪري سماجي ۽ سياسي شعور سان گڏ جمهوري قانون ۽ آئين جي ڄاڻ ۽ سمجهہ کي بہ وسيع تر عوام جي شعور جو مرڪزي گر بنايو وڃي. وڪيلن تي ان سلسلي ۾ خاص طرح ڳريون ذميواريون عائد ٿين ٿيون.

رسول بخش پليجو
حيدرآباد
02-04-2008

## دهشتگردن هٿان ماڻهن جو قتل

ڪوبہ شخص ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي دهشتگرديءَ جو نشانو بنائي قتل ڪري تہ نہ صرف ان خلاف دهشتگردي جي قلم 6/7 ۽ 302 پي پي سي جا ۽ ناجائز هٿيار رکڻ جا ڪيس داخل ٿيڻ گهرجن پر ان کي اهڙي هدايت ڏيندڙ مدد ڪندڙ ۽ پڙڪائيندڙ ان پارٽيءَ جي مرڪزي، صوبائي، ضلعي يا يونٽ انچارج خلاف بہ پاڪستان پينل ڪوڊ جي مٿي ڄاڻايل قلمن سان گڏ 34، 109، 120-B ۽ 121-A تحت ڪيس داخل ڪرڻ گهرجن. پوليس FIR نہ وٺي تہ قلم 190 سي آر پي سي تحت سڌا فرياد داخل ڪرڻ گهرجن.

# اياز لطيف پليجو ڏاهپ، بهادري ۽ خلوص جو سنگم

يوسف لغاري

محترم اياز لطيف پليجي جي شخصيت ڪنهن تعارف جي محتاج ناهي. پاڻ ناميارو قانوندان، انساني حقن جو جاڪوڙي، عوامي سياستدان، مظلوم طبقي جي حقن لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ، سورنهن سالن جي عمر ۾ ننڍو سياسي قيدي، واحد خاندان جنهن جا سڀ فرد ون يونٽ خلاف جدوجهد ۾ سنڌ جي حقن خاطر هڪ ئي وقت جيل ياترا تي ويا هجن، جو حصو آهي ۽ ڪيترين تڪليفن باوجود هي پنهنجي عوامي نمائندگي ۽ عوامي حقن جي وڪالت تان دستبردار نه ٿيو آهي. سندس چوڻ آهي ته قومن جي سربلندي لاءِ جدوجهد جا ڪيئي طريقا آهن انهن ۾ هڪ اِهو به آهي ته قوم کي پنهنجي حقن کان آگاهه ڪجي ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ جي طريقن کان واقف ڪجي. مختلف فورم استعمال ڪندي، عدليه جي فورم تان به قومي حقن لاءِ قانوني جنگ وڙهي سگهجي ٿي.

ڏاهپ تمام وڏي ڳالهه آهي، پر جيڪڏهن اهاڏاهپ ڪنهن جي بهتري لاءِ استعمال نه ٿئي ته اِن هيري وانگر آهي جيڪو ڪنهن فقير جي گودڙي ۾ رهجي ويو.

اياز لطيف پليجو سنڌ جي تمام وڏي هستين جي نالن جو مجموعو آهي. وٽس اياز واري خوبصورتي، لطيف واري ٻولي ۽ پليجي وارو درد آهي ۽ ان سان گڏ جيجي زرينه بلوچ واري جرئت ۽ وطن سان وفاداري پڻ. پاڻ ننڍڙي عمر ۾ به سنڌ جي ناليوارن قانون دانن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن پنهنجي ڏاهپ کي نهايت سادي ۽ عوامي طريقي سان قوم جي ڏتڙيل طبقي ۽ سول سوسائٽي جي رهنمائيءَ لاءِ استعمال ڪيو آهي. ڪيس يقين آهي ته ڪا به سوسائٽي، ڪو به طبقو، ڪو به فرد تيستين تائين تهذيب يافته نٿو شمار ٿي سگهي جيستين تائين پنهنجن قانوني حقن کان واقف ناهي. هن ڪتاب ۾ اياز لطيف پليجي، سنڌي قوم جي رهنمائيءَ لاءِ انساني حقن متعلق جيڪي قانون آهن انهن تي تحقيق ڪري انهن کي سنڌي ۽ اردو ٻولي ۾ ترجمو ڪري عام

ماڻهن جي رهنمائي ڪندي ڪين قانون ۾ سندن حق حاصل ڪرڻ جي ڄاڻ ڏني آهي. آئيني نقطن، ماحولياتي قانونن ۽ Illegal dispossession Act 2005 جو ترجمو ڪري ڪمزور ماڻهو کي ٻڌايو آهي تہ ڏاڍي ماڻهو ۽ قانون جي خلاف ورزي ڪري زبردستي ٻئي جي حقن ۽ ملڪيتن تي قبضي ڪرڻ جي خلاف ڪيئن عدالت سان رجوع ڪجي ۽ انصاف حاصل ڪجي. عام ماڻهو اڳ سول عدالتن ۾ قبضي حاصل ڪرڻ لاءِ سالن جا سال پيا هلندا هئا ۽ پنهنجي اصل ڪمائي بہ وڃائي ويهندا هئا پر ڪين پنهنجي ملڪيت جو قبضو نہ ملندو هو. هاڻ شايد اياز جي محنت ۽ خلوص ۽ هن ڪتاب جي ذريعي عام ماڻهو بہ بنا وڪيل جي انصاف حاصل ڪري سگهندو.

اسان جي معاشري ۾ عورت ڪمزور سمجهي ويندي آهي ۽ ميل شائونزم هيٺ رهندي آئي آهي. مگر اياز ڪوشش ڪئي آهي تہ مظلوم عورت کي جيڪا پروٽيڪشن Women Protection بل ۾ ملي آهي، ان جي ذريعي ڪيترن ئي ظلمن کان نجات جو رستو ڏسيو اٿس. اهڙي طرح Bonded labour، زرعي سڌارا ۽ هارين ۽ پروبيشن جا قانون، قيدين جي آزادي وغيره آهي عنوان آهن جيڪي هن معاشري جي مظلوم طبقي کي سندس حقن جي ڄاڻ ڏيڻ ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جو حوصلو ڏيڻ ۾ هن ڪتاب ذريعي تمام مددگار ثابت ٿيندا.

اياز هوندئن بہ انساني حقن جي لاءِ عدالتن ۾ وڙهندو رهندو آهي پر سندس هي ڪوشش تہ سندس موجودگي کي هر مظلوم ماڻهن جي دل ۾ محسوس ڪرائيندي.

اياز کي هن ڪتاب تي مبارڪباد ڏيان ٿو ۽ مظلوم طبقن جي طرفان سندس ٿورا مڃيان ٿو.

دعا آهي تہ: شال اياز لطيف وٽ اهڙي همت سدائين رهي ۽ سندس ڳاٽ سدائين اوچو رهي.

**محمد يوسف لغاري ايڊووڪيٽ**
فيڪلٽي آف لاءِ سنڌ يونيورسٽي
پرنسيپال ميرپورخاص لاءِ ڪاليج

# خاموشي غلامي آهي

احمد علي شيخ ايڊووڪيٽ

هن جهان ۾ انسان نہ پنهنجي مرضيءَ سان آيو آهي ۽ نہ وري هي جهان پنهنجي مرضي سان ڇڏيندو. جا شيءِ انسان جي اختيار ۾ آهي اهو ڄمر ۽ موت وارو درمياني مدو آهي. اهو هر انسان تي منحصر آهي تہ هو پنهنجو اهو اختياري مدو ڪيئن ۽ ڪهڙي ريت ٿو واپرائي.

آزادي انسان جو پيدائشي حق آهي ۽ اهو حق صرف تڏهن برقرار رهي سگهي ٿو جڏهن سچ ۽ حق تي ٻڌل قانون جي حڪمراني هجي.

ازل کان غلاميءَ کي ننديو ويو آهي. هر مذهب ان کي ڌتڪاريو آهي ۽ نتيجي ۾ هر سوسائٽي پاڻ کي غلاميءَ مان آزاد ڪيو آهي پر افسوس جو اسان جي معاشري ۾ خصوصاً سنڌ ۾ اڄ سڌي طرح ان جي پرچار ٿي رهيو آهي.

جَس لهڻي جناب اياز لطيف پليجو صاحب، جنهن ٻانڌيڊ ليبر، عورتن ۽ ٻارن جي حقن، جانورن ۽ ليهنڊ مافيا وغيره وغيره جهڙن نازڪ ۽ سنجيده موضوعن تي قلم کڻي بيش بها جُرئت جو مظاهرو ڪيو آهي ۽ Statusquo کي ٽوڙڻ ۽ موڙڻ جي خوبصورت ڪوشش ڪئي آهي.

لارڊ بائرن يوناني فيلسوف جي لفظن ۾ تہ بغاوت (تبديلي) زندگي جو حسين روپ آهي.

تنهنڪري سنڌ واسين کي گهرجي تہ هن ڪتاب مان لاڀ وٺي پنهنجي جياپي جو ثبوت ڏين.

پروفيسراحمد علي شيخ ايڊووڪيٽ

پرنسيپال سنڌ لاءِ ڪاليج ۽ ڊين فيڪلٽي آف لاءِ

2 فيبروري 2008

# Preface

This book is a result of hard labour and industriousness of a young, energetic and uprising advocate of Hyderabad, Sindh. A cursory reading of it will show that Mr. Ayaz Latif Palijo has tried to impart to the general public in depth knowledge of the spectrum of the laws relating to social environments and human compulsions as are prevailing in Pakistan. After doing so, he has tried by this book to educate the common people about the means, they should adopt for remedying the wrongs they suffer. In this respect he has also not omitted the Government Servants. He has practically touched all the laws in this behalf giving briefs of such laws. There may be certain choices, options or confusions in describing manner through which the remedial efforts can be invoked. Yet the fact remains that it is an excellent effort to educate people who do not possess even cursory knowledge about the laws and the rights to invoke such laws.

I pray for him a bright future.

**Hydayatullah A. Abbasi**
**Advocate**

# اڇو ته ادا اياز سان گڏجي ڪندا ميٺڙي گل پوکيون

**سسئي پليجو**

منهنجي ننڍپڻ جي ابتدائي يادگيرين ۾ جن ماڻهن جي چوگرد سڀ تربيتون، سڀ رانديون، سڀ تجربا ۽ سڀ مزا گردش ڪندا رهن ٿا اهي چار ماڻهو آهن. امان، بابا، امان زرينه ۽ ادا اياز. مون کي ياد آهي ته ننڍي هوندي پهريون شعر ادا اياز ياد ڪرايو هو، ڪرڪيٽ جو پهريون ڪيچ ڪرڻ ۽ پهريون رن ناهڻ ادا اياز سيکاريو هو. پهرين تحرير به هن ئي لکرائي ۽ پهرين تقرير به ادا اياز ئي ياد ڪرائي هئي. هو منهنجو مامو، ياءُ، استاد ۽ بهترين دوست آهي. زندگي جون اهم ترين ڪچهريون ۽ صلاحون آئون ۽ بختاور يا امان زرينه سان ڪندا هئاسين يا ادا اياز سان. سندس سڄي زندگي انيڪ قسم جا ڪم، تجربا ۽ ايڊوينچر ڪندي گذري آهي، مون ڪڏهن به ڪيس خالي ويني نه ڏٺو آهي. پناڻ ڪالوني جي گهر جي ڇت تي ڪرڪيٽ ٽيم ٺاهي رزاق، عائشه، ڪلثوم ۽ ببي سان گڏ ڪرڪيٽ کيڏندي، برداشت، حوصلي ۽ ٽيم ورڪ جا ابتدائي سبق به ادا اياز ئي ڏنا. زندگي جي پهرين انڊين فلم "مقدر ڪا سڪندر" به ادا اياز سان گڏ ڏٺم ۽ اميتاڀ جي مرڻ تي اکين ۾ آلاڻ به ادا اياز سان گڏ ئي آئي. امان کي قائل ڪري مون کي ۽ بختاور کي ڪمپيوٽر سيکارڻ جو آغاز به ادا اياز ئي ڪيو. درحقيقت ادا اياز کي منهنجي چاچي رسول بخش پليجي صاحب ۽ امان زرينه جيڪي زبردست ڳالهيون، فن ۽ حوصلا سيکاريا سي هن پاڻ مطالعي ۽ محنت سان وڌائي ويجهائي اسان تائين پهچايا. امان زرينه (جيجي زرينه بلوچ) اسان جي گهر ۾ هر مسئلي جو حل، هر گم ٿيل سامان جي چابي ۽ هر درد جو درمان هوندي هئي. ان ڪان ادا اياز کي به اها ئي تربيت ملي. پليجي صاحب سان ته ڪوٽ لکپت، سکر ۽ حيدرآباد جيلن ۾ ضمير جو قيدي هئڻ ڪري گهڻو وقت نه گذريو پر سندس شخصيت جا بهادري، فن ۽ ادب

سان محبت ۽ وڏا چئلينج قبول ڪرڻ وارا گڻ ادا اياز ذريعي ٽرانسفر ٿي اسان تائين پهتا. ادا اياز ۾ تمام گهڻي محنت ڪرڻ، هر مسئلي جو ڪو نه ڪو فوري حل ڳولڻ، تڪليفن کي کلندي سهڻ، دوست ناهڻ، ماڻهن کي پنهنجو ڪرڻ ۽ ساڻن طويل عرصي تائين نڀائڻ جو فن آهي. سنڌس نندپڻ جا دوست سالن جا سال گذرڻ کان پوءِ اڄ به سندس دوست آهن. هن اسان کي به اهو سيکاريو ته اڪيلائي، آئسوليشن ۽ پنهنجي متهن رهڻ بدران ججها ڪتاب پڙهو ۽ ججها دوست ٺاهيو. آمريڪا جي اينڊريوز اسڪول ۾ گهڻو وقت به ادا اياز ۽ امان زرينه جي صلاحن سان گذريو. بلڪ مون کي، بختاور ۽ پرهه کي آمريڪا موڪلڻ جو سچو ايڊوينچر ادا اياز ۽ امان زينا (اختر بلوچ) ئي ڪيو. انهن ئي بابا کي راضي ڪيو ۽ پوءِ اتي ادا اياز جا خط، فون، ڪچهريون ۽ لطيفا اڪيلائي ۾ به ناسٽلجڪ ٿيندي ٿيندي حوصلو وڌائي ويندا هئا. مون ۾ ڪتاب پڙهڻ جو شوق به بابا، امان، امان زرينه ۽ ادا اياز پيدا ڪيو. بابا ۽ امان الاهي سارا ڪتاب آڻي ڏيندا هئا ۽ امان زرينه ۽ ادا اياز انهن ڪتابن جا قصا، اهم نقطا ۽ مزي مزي جون ڳالهيون ٻڌائي دلچسپي وڌائيندا هئا. ادا اياز جي ڪري گهر ۾ شاعري جا مقابلا، ڪوئيز ڪامپيٽيشنس ۽ راڳن جا مقابلا عام هئا. ايتري تائين جو لياقت نيشنل هاسپيٽل ۾ امان زرينه جي زندگي جي آخري انتهائي ڏکوئيندڙ ۽ تڪليفده گهڙين ۾ به آئون، بختاور، پرهه، سرمد، صنم ۽ ادا اياز امان سان گڏ شيخ اياز جا گيت جهونگاريندا هئاسين. هن جو شاعري جو ذوق به زبردست آهي ۽ آئون هميشه ادا اياز کي چوندي آهيان ته تون ملڪ جي اڳرين تي ڳڻڻ جيترن شاندار مقررن مان هڪ آهين. منهنجي گرئوئنگ ايج کان ادا اياز ۽ امان زرينه مون کي رسڪ کڻڻ، سفر ڪرڻ، تقريرون ڪرڻ ۽ جلسن ۾ وڃڻ لاءِ همٿايو. ادا اياز سان گڏ پهريون دفعو لاهور ويس ۽ مصطفيٰ قريشي، امجد اسلام امجد جي گهرن ۽ ڪيترن ئي انقلابي جسلن ۾ تقريرون ڪيم ۽ شعر پڙهيم، جن کي پليجي صاحب، ادا اياز ۽ سڄي لاهور بي انتها

ساراهي مون کي حيران ڪري ڇڏيو. اسان جي پيٽ ۾ شروع ۾ ادا اياز شهري بابو هو. هو حيدرآباد جو رهندڙ، سٺن اسڪولن ۾ پڙهندڙ ۽ گهمندڙ ۽ اسين فقط جنگشاهي جا رهندڙ. پوءِ جڏهن هو ڳوٺ ايندو هو ته نه صرف اسان سان پر گهر جي پوڙهين عورتن، چاچين ۽ پڦين سان به زبردست ڪچهري ڪندو هو. اسان کي بنيءَ تي گهمائڻ وٺي ويندو هو ۽ مزي مزي جا مقابلا ڪرائيندو هو. وٽس ٻارڻ لاءِ هميشه گهڻو تاثير رهيو آهي، منهنجي بابا (غلام قادر پليجو) وانگر جيڪو به پنهنجي سوين مصروفيتن باوجود اسان ٻارن کي هڪ ذميدار فرد سمجهي ڪچهريون ڪندو هو ۽ اهو احساس ڏياريندو هو ته اسين ننڍڙا نه پر ذميدار شخصيتون آهيون. هن ڳئي ننڍي هوندي کان اسان ڀينرن ۽ ڀائرن جا مزيدار نالا رکيا. آئون ادا اياز، ڀيا ڀائر ڀينرون، امان زرينه ۽ ڀيا گهر جا ڀاتي لنڊن ۾ گڏ رهيا آهيون. اتي به ادا اياز جو اچڻ ۽ سياست کان وٺي نئين فلمن تائين ڪچهرين جو شروع ٿيڻ. لنڊن ملن پاڪستان. آئون جنهن ماڻهو سان سڀ کان وڌيڪ فون تي ڳالهائيندي رهي آهيان اهو ادا اياز ئي آهي. لطيف آباد ۾ مائي بختاور جو ڏينهن هجي، لاهور جا جلسا هجن، مارچون هجن يا "We shall over come" جهڙن گيتن جون تياريون هو هر ڳالهه ۾ اسان سان گڏ رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو پڙهائين ۽ شادين کان وٺي ڪيريئر ۽ سياست جي آغاز تائين سمورين صلاح مصلحتن ۾ ادا اياز کي امان ۽ بابا خاص طور شامل ڪري، جمهوري انداز ۾ ڪچهري ۽ بحث ڪري، سڀ ڪنهن کي ٻڌي پوءِ فيصلا ڪندا رهيا آهن. مون کي اڄ به اهو ڏينهن ياد آهي جڏهن ائون درجو پاس ڪيو هئم ۽ آئون اڃا مس چوڏهن سالن جي هئس جو ادا اياز مون کي قاسم آباد لڳ گرائونڊ تي ڪار ۾ ڊرائيورنگ سيٽ تي ويهاري چيو ته هي آهي اسٽيرنگ، هي گيئر، ڪلچ ۽ بريڪ. گاڏي تنهنجي حوالي آهي ۽ دنيا سڄي تنهنجي، وڃي هلاءِ ۽ پوءِ مون پهرين ڏينهن گاڏي سکي ورتي. ها باقي ادا اياز تي تنقيد اها آهي ته هو ڪڏهن ڪڏهن پين کي اوور ڪانفيڊنسٽ

ڪري ڇڏيندو آهي، سو ٻي ڏينهن صبح ساڻ صدر جي ويران رستن تي گاڏي هلائي اعتماد اچا ٻه وڌي ويو ۽ ٽئين ڏينهن بنا ڪنهن جي صلاح جي، گاڏي ڪٽي هيرآباد وچي رش واري علائقي مان هلائيندي ميران اسڪول ويس تہ گاڏي سيڪريٽري ايجوڪيشن جي گاڏي کي ٺڪاءَ تي وئي ۽ زندگي جو پهريون ايڪسيڊنٽ تي ويو. پر پوءِ امان جي مار کان بچڻ لاءِ ادا اياز ۽ ادا اسلم کي اطلاع ڪيو هئم ۽ ادا اياز فورن پهچي. امان کان بچايو هو. ڪڏهن ڪڏهن سوچيندي آهيان تہ اسان جي سچي گهر جا پاتي پين کان ايترا مختلف ۽ يونيڪ ڇو آهن؟ بابا، امان، ناني، چاچا، ماما وغيره. مائون سيني کي وڻنديون آهن پر منهنجي ماءُ جهڙي بهادر، حوصلا مند ۽ ملنگ صفت انقلابي ماءُ، امان زينا (اختر بلوچ) بہ شايد ڪن ڀاڳ وارن ٻارن کي ملي سگهندي. اُهي هنجون ۽ بابا جون دليون آهن جو اسان کي پڙهائي ۽ ڪيريئر ۾ مختلف تجربن جي مڪمل آزادي ڏنائون ۽متان وري ادا اياز ۽ امان زرينہ جهڙا دوست جيڪي هر ڳالهہ تي سمورا آپشن پڌائي چوندا ڪرڻ ۾ مدد تين. ادا اياز ننڍي هوندي کان ئي ماين، ٻارن، اقليتن ۽ ٻارن سان ڪنهن بہ قسم جي ظلم ۽ متڀيد(Discrimination) جو سخت مخالف رهيو آهي. شايد ان ڪري ئي وڪالت ۾ بہ سندس هيومن رائيٽس ڏانهن خصوصي ڌيان رهيو آهي. بحيثيت هڪ شاندار وڪيل جي هن منهنجا ڪجهہ ڪيس لڙيا آهن ۽ مون سان تمام ڏکين ۽ ڪشمڪش وارن وقتن ۾ گڏ رهيو آهي۽ ان دوران سيريس ترين گهڙين کي بہ اسان انتهائي سڪون سان لائيٽ ڪري وٺندا رهيا آهيون. ادا اياز ۾ ٻي اها خوبي آهي تہ هو زيادتي ڪندڙ ماڻهن کي بہ معاف ڪري ڇڏيندو آهي ۽ جي انهن مان ئي ڪو ڪائنس صلاح پڇي تہ مخالف کي بہ پوري نيڪ نيتي سان صلاح ڏيندو آهي.

آئون سمجهان ٿي تہ اسان جي ليجسليشن ۽ سسٽم ۾ ڪيترائي لوپ هولز آهن. اسان وٽ ڪرمنل جسٽس سسٽم ۾ ڪجهہ کوٽ بہ آهي پر ڪجهہ معاملو موجود قانونن تي عمل جو بہ آهي. مون آمريڪا، يورپ ۽ برطانيا ۾ رهندي همیشہ اهو محسوس

ڪيو آهي ته هو بنيادي طرح رول آف لاءِ تي زور ڏين ٿا. قانون سيني لاءِ، هر وقت ۽ هڪ جهڙو. جيڪڏهن اسان وٽ به آئين ۽ قانون تي عمل ٿئي ۽ آرٽيڪل 9 ۽ 25 موجب هر ڪنهن جي تحفظ ۽ هر ڪنهن جي برابري کي اولين اهميت ڏني وڃي ۽ پرنسيپلز آف پاليسي کي به بنيادي حقن وانگر نافذ ڪيو وڃي ته ماڻهو هر روز جسماني، ذهني ۽ فڪري طرح وحشيانه تشدد جو نشانو نه بڻجن.

وقت اچي ويو آهي ته ڏوهارين بدران ڏوهن کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجون توانائيون سيڙائيون ۽ اهو تڏهن ٿيندو جڏهن ايس ايڇ او کان منسٽر تائين سڀ ايوانن، ادارن ۽ عوام آڏو جوابدار هوندا ۽ ايوانن ۾ سڀني طبقن جي ريپريزنٽيشن هوندي. آئون ادا اياز کي هن شاندار ڪتاب تي دل جي گهرائين سان مبارڪ ڏيان ٿي، هو هڻ وقت سنڌ ۾ انساني حقن جو اڪيلو قانوني آواز آهي ۽ اها اميد ڪريان ٿي ته سندس سوين شاگرد ۽ هزارين سياسي توڙي ادبي ساٿي به سندس ان انساني، آئيني ۽ قانوني حقن لاءِ شروع ڪيل جدوجهد ۾ساڻس ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيهندا. آئون پنهنجو به اهو فرض تي سمجهان ته پنهنجي وس آهر سنڌ توڙي ملڪ جي هر مظلوم جي سڏ سان سڏ ملائڻ ۽ سندن راهن مان ٿورا ئي سهي پر ڪنڊا ميڙڻ لاءِ ساري حياتي ڪوششون ڪندي رهان.

سسئي پليجو ڪراچي
sassui@hotmail.com

### ايزمينٽ (آسائش) جا حق

ڪوبه شخص يا ادارو ڪنهن به ٻي شخص جو روزمره وارو گس بند ڪري، روشني، بجلي، هوا، گيس يا پرائيويسي ڊسٽرب ڪري ته ان خلاف قانوني ڪارروائي سان گڏ ايزمينٽ جو سُوٽ به داخل ڪري سگهجي ٿو.

# منهنجو سر، منهنجو سينيئر پارٽنر،
# منهنجو آئيڊيل ۽ منهنجو دوست

سائين اياز لطيف پليجو پنهنجي ذات ۾ مختلف شخصيتن جو مالڪ آهي.اياز صاحب سياستدان، قانون دان ۽ دانشور هئڻ سان گڏوگڏ هڪ سٺو استاد پڻ آهي. اياز لطيف پليجو منهنجو ٻن طريقن سان استاد رهيو آهي. هڪ تہ مان سنڌ لاء ڪاليج ۾ سائين جو شاگرد رهيس ۽ ان دوران سائين سان پهريون ڀيرو ملاقات ڪلاس ۾ ٿي ٿي، جنهن ڪان اڳ سائين جو غائبانا تعارف تہ هيو پر سائين جي پهرين ليڪچر ۽ تعارفي ڪلاس ۾ ئي سائين پنهنجي شخصيت جو پرستار ڪري ڇڏيو ۽ ان ڏينهن کان سائين منهنجو آئيڊيل استاد ٿي ويو. اهي سوچون صرف منهنجون نہ پر شايد ڪلاس ۾ موجود هر هڪ شاگرد جون هيون ۽ انهن ئي خيالات مون کي اڳتي هلي وڪالت جي فيلڊ ۾ بہ سائين جو جونيئر ٿيڻ تي مجبور ڪيو. سائين اياز لطيف صاحب اهو استاد آهي، جيڪو استاد هئڻ سان گڏوگڏ هڪ سٺو دوست پڻ آهي. استاد لفظ جي صحيح ترجماني سائين جي شخصيت ۾ موجود آهي. جنهن اسان کي صرف ڪانسٽيٽيوشن آف پاڪستان جا آرٽيڪل نہ پڙهايا پر درحقيقت انهن آرٽيڪلن جي شڪل ۾ لکيل اسان جا حق ۽ انهن حقن کي حاصل ڪرڻ جا طور طريقا سيکاريا. سائين اها استاد شخصيت آهي جنهن پنهنجي هر شاگرد کي زمين تان کڻي بلندين تي پهچائڻ ۾ ڪا ڪثر نہ ڇڏي. هو صرف سبجيڪٽ ٽيچر نہ پر Character Developing ٽيچر آهي. جنهن زندگي گذارڻ لاءِ طور طريقا ٻڌايا، جنهن اهو ٻڌايو تہ هر ڪم ڪرڻ لاءِ ان جا متبادل رستا ڪيئن ڳولجن، هر ڳالهہ کي ڏسڻ لاءِ مختلف نظرين ۽ اينگلز جو استعمال ڪيئن ڪجي. سائين جيئن تہ پاڻ هڪ اڻٿڪ محنت ڪندڙ، نہ ڊڄندڙ، نہ وڪامجندڙ ۽ نہ ئي وري پوئتي هٽندڙ شخصيت جو مالڪ آهي. تنهن ڪري هن پنهنجي هر شاگرد کي بہ

ساڳي تعليم ڏني ۽ انهن اندر به اها ئي جرائت پيدا ڪئي ته هو هڪ صحيح انسان ٿي سگهن.
سائين سان ڪلاس دوران ته ٿورڙو ئي وقت گذاري سگهبو هو پر ان ۾ به سائين اصولن جو اهو هتيار ڏئي ڇڏيو، جيڪو هر ويڙهه ۾ ڪاميابي لاءِ استعمال ٿئي ٿو. سائين سان وڏيڪ وقت سائين جي فرم ۾ جونيئر جي حيثيت سان گذريو، جنهن دوران منهنجي پنهنجي شخصيت ۾ پڻ وڏيون تبديليون آيون. سائين جي جرائت، پختگي، سچائي ۽ محنت کي ڏسي سچ پچ وڪيل ٿيڻ جو شوق پيدا ٿيو. هو چاهيندو آهي ته سندس شاگرد ڪورس سان گڏ فن، مطالعي، بزنس، سياست ۽ ميڊيا ۾ تجربا ڪن سائين زندگي جي هر پهلو تي عبور رکي ٿو، جنهن ڪري ڪانئس سياسي ۽ عدالتي دليلن ۾ ته ڪير مشڪل ئي ڪٽي ٿو سگهي. سائين هڪ داناءُ انسان آهي، جيڪو ڪنهن به مسئلي جي تهه تي هڪ نظر وجهڻ سان پهچي وڃي ٿو ۽ ان کي حل ڪرڻ لاءِ گهڻ طرفيون سوچون رکي ٿو ۽ هن اسان کي تعليم به اها ئي ڏني ته ڪنهن مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ هڪ پلان نه هجي پر هميشه اها سوچ هجي ته جيڪڏهن پلان -A نه ته پلان -B، نه ته پلان -C پر مسئلو حل ٿيڻ گهرجي ۽ سائين هميشه ڪنهن به ڪيس جي تياري کان پهريان اسان کي هڪ جملو ضرور چوندو هيو ته گدڙ جي شڪار لاءِ شينهن جي شڪار جي تياري ڪريو ۽ هن جملي عملي زندگي ۾ تمام گهڻي رهنمائي ڪئي آهي. سائين جي سيکارڻ جو انداز ۽ سائين جا ڪجهه جملا ته وسرن ئي نه ٿا، بلڪه زندگي جي هر ڏکئي موڙ تي ڪم اچن ٿا، جن ۾ Blessing in Disguise، اڄ جو ڪم سڀاڻي تي نه ڇڏيو، هراسيل کي پنهنجو ياءُ يا پيءُ سمجهو ۽ مظلوم ۽ بي پهچ ماڻهن کان نه صرف في نه وٺو بلڪه ڪاغذن جو خرچ به نه وٺو، سوچ هميشه وڏي رکو، Always find alternatives ڪاميابي بي نئين ڪم جي شروعات جو تالو آهي، Don't give up, failure should be compensated ۽ پيا سائين جي واتان هر وقت نڪرندڙ لفظ ......... Try, try, try منهنجي نظر ۾ سائين جي

متين ڪجھ ئي جملن ۾ سمورو تت موجود آهي. ۽ اهي جملا منهنجي پروفيشنل توڙي عام زندگي گذارڻ ۾ رهنمائي ڪن ٿا ۽ سائين جي هر وقت موجودگي جو يقين ڏياريندا رهن ٿا. اسان جي فرم نہ صرف چوٽي جا مسئلا ڪٽندي آهي، بلڪ ماسي خديجہ چانديو، پڳواني باگڙي، سحرش نگر، ڪونڙي برج، راڻي باغ، اقليتن، عورتن ۽ ٻارن جا درجنين ڪيس مفت وڙهيا آهن. آئون سمجھان ٿو تہ جنهن بہ جونيئر سائين جي فرم ۾ ٽي چار سال گذاريا اهو نہ صرف ڪامياب وڪيل بلڪہ هڪ منفرد انسان بڻجي ويندو. نوجوان وڪيل ۽ فائنل ايئر جا شاگرد سائين جي فرم جي شروعات گھٽي ڪم ۽ ڊسيپلين جي ڪري ابتدا ۾ ٻني هفتا پريشان بہ ٿيندا آهن، پر پوءِ سيني ڪي احساس ٿيندو آهي تہ هن پارس پٿر هنن ڪي ٽن چئن سالن ۾ لوهہ مان سون بڻائي ڇڏيو ۽ جيڪو بہ جونيئر سر وٽ 3/4 سال رهيو ان فوراً پنهنجي آفيس کولي آهي. اياز صاحب هڪ بهترين استاد، شاندار مقرر، زبردست قانوندان، همدرد دوست، ٻارن جو يار ۽ وطن جو وفادار فرزند آهي. مون ڪي سندس شاگرد هئڻ تي بي انتها فخر آهي.

راجا جواد علي ساهڙ ايڊووڪيٽ

| ٻارن ڪي پنائڻ يا لاوارث ڪري ڇڏي ڏيڻ |
| --- |
| ڪوبہ مائٽ يا سنڀاليندڙ شخص ڪنهن بہ 12 سالن کان گھٽ عمر جي ٻار ڪي لاوارث طور ڇڏي ڏي يا ان ڪي نقصان پهچڻ ڏي تہ ان خلاف 328 پي پي سي تحت ڪيس داخل ٿي سگھي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪو ماڻهو نندي ٻار ڪي اغوا ڪري تہ ان ڪي قلم 369 تحت سزا ايندي. |

# سيپ پارا

هن دور ۾ ڪنهن به قسم جي ترقي ۽ تبديليءَ جو وڏي ۾ وڏو محرڪ ڄاڻ آهي. جيتري جنهن وٽ ڄاڻ آهي اهو فرد توڙي سماج اوترو ئي ڪامياب ۽ ٻين لاءِ اتساهه جو وسيلو آهي. اها ڄاڻ ئي آهي جيڪا تبديلي جو تاڃي پيٽو جوڙي عمل لاءِ ميدان هموار ڪري ٿي. پر ان ڏس ۾ جڏهن سنڌ تي نظر ڦيرائجي ٿي ته گهڻي قدر مايوسي ئي پلئه پوي ٿي، ڇاڪاڻ ته ڄاڻ تائين پهچ اسان جي عام ماڻهن لاءِ اڄ به وڏو مسئلو آهي ۽ شايد اهو ئي بنيادي سبب آهي جو سنڌ جو عام ماڻهو نه ته مسئلن کي چڱيءَ ريت سمجهي سگهي ٿو ۽ نه ئي وري انهن جي حل واسطي يا ڪنهن تبديليءَ لاءِ سنڌرو ٻڌي، ميدان عمل ۾ اچڻ چاهي ٿو!

سنڌ اندر حقيقت ۾ عوام جي وچ ۾ وڏي وڇوٽي پيدا ٿيل آهي ۽ ان جو پورائو رڳو ڄاڻ جي تڪڙي فراهميءَ ذريعي ئي ڪري سگهجي ٿو. ڄاڻ جا اُهي اهي رُخ ۽ پاسا، جن کان اسان جو ماڻهو اڻڄاڻ ۽ بيخبر آهي. جيستائين ان کي باخبر نه ڪبو تيستائين نه ته اهو حقيقت جي ڳجهارت کي سمجهي سگهندو ۽ نه ئي وري ڪنهن به تبديليءَ لاءِ ڪا اڳڀرائي ڪري سگهندو.

سنڌ ۾ انساني حقن جي جيڪا ڳڻتي جوڳيءَ صورتحال آهي ان ۾ وڏي سطح تي ڪا بهتري انڪري به اچي نه سگهي آهي، جو هتي انساني حقن بابت تصور ڏاڍو محدود ۽ ڪمزور رهيو آهي ۽ ان جو وڏي ۾ وڏو سبب (جيڪو عام طور تي قبول به ڪيو وڃي ٿو) انساني حقن بابت پيرائتي ڄاڻ جي عدم فراهمي آهي.جيستائين ماڻهن ۾ حقن بابت شعور نه ايندو تيستائين نه رڳو هو پنهنجا اُهي حق.وٺڻ لاءِ ڪا جستجو ۽ جاکوڙ نه ڪندا پر پنهنجي فرضن جي ادائگيءَ کان پڻ بي خبر رهندا. ان کوٽ جي پورائي لاءِ جيتوڻيڪ وقت به وقت چوپڙيون ۽ مضمون لکجندا رهيا آهن پر باضابطه نموني ڪو ڪتاب منظر عام تي اچي نه سگهيو هو. محترم اياز لطيف پليجو سنڌ جو اهو پهريون شخص آهي، جنهن ان للڪار کي شعوري طور قبول ڪيو ۽ پوءِ هي ڪتاب لکي اُن جو جواب ڏنو اٿس!

بنيادي انساني حقن (جن ۾ هر قسم جا حق اچي وڃن ٿا) بابت سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪنهن به قسم جو تفصيلي مواد موجود ڪو نه هو. اهڙي ڪا به

مفصل تصنيف ڪا نہ هئي، جنهن ذريعي انساني حقن بابت تڪڙي ڄاڻ مهيا ٿي سگهي. مانواري قانوني ماهر محترم إياز لطيف پليجي کي جس هجي، جنهن ان کوٽ جو پورائو ڪرڻ لاءِ هي ڪتاب ترتيب ڏنو ۽ تحقيق ۽ ترجمو ڪيو اٿس. سندس هي رضاڪارانہ پورهيو سچ تہ سنڌ ۾ انساني حقن جي صورتحال ۾ بهتري اچڻ جي حوالي سان سينواريل سَر ۾ اڇلايل پهريون پٿر ضرور ثابت ٿيندو.

هن ڪتاب جو بنيادي مقصد دراصل ماڻهن کي حقن جي باري ۾ تعليم ڏيڻ آهي. ڇاڪاڻ تہ اسين سمجهون ٿا تہ جيستائين ماڻهو حقن بابت باخبر ۽ باشعور نہ ٿيندا، تيستائين اهي پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ ڪا بہ سنجيده جستجو ۽ جاکوڙ ڪري نہ سگهندا. هن ڪتاب ۾ انسانذات جي سمورن حقن جو تفصيلوار جائزو وٺندي انهن جي اطلاق جي حالت پڻ بيان ڪئي وئي آهي. پنهنجي نوعيت جي هيءَ يگاني تصنيف (سنڌي ٻوليءَ ۾)، جنهن ۾ هر قسم جي حق جو وچور ڏنو ويو آهي، پڙهڻ کان پوءِ ڪو بہ ماڻهو پڪ سان ناحق خلاف نعرو بلند ڪري سگهي ٿو، جبر ۽ ڏاڍ جي اکين ۾ جُوهہ وجهي، ان کي للڪاري ۽ ان سان مهاڏو اٽڪائي سگهي ٿو. اسان جي هيءَ دعوا ڪيتري قدر درست، ۽ طاقتور آهي، اهو پڙهندڙن جي موٽ تي ئي منحصر آهي، ۽ اسان کي اُن جو شدت سان اوسيئڙو رهندو.

اي_ 50
سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي،
حيدرآباد
7 اپريل، 2008ع

ذوالفقار شاهہ
صوبائي ڪوآرڊينيٽر
سائوٿ ايشيا پارٽنرشپ پاڪستان
(سنڌ آفيس)

# تعارف

نالو: اياز لطيف پليجو
تاريخ پيدائش: 15 نومبر 1968ع
شعبا: وڪالت، انجنيئرنگ، پاڻي، ڳوٺاڻي ترقي ۽ انساني حقن جي حاصلات لاءِ جاکوڙ
تعليم: B.E, M.Sc, LL.B, LL.M
گريجوئيشن انوائرنمينٽ ۽ ڊولپمينٽ

ڪيريئر: ابتدائي طور سازدا، آڪسفيم ۽ اريگيشن ڪاتن ۾ ڪم ڪيائين ۽ اڳتي هلي اسسٽنٽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي نوڪري تان استعيفيٰ ڏئي وڪالت شروع ڪيائين. صبح ٽينلو ۽ تحريڪ رسالن ۽ لاٽ اخبار جو ايڊيٽر هيو ۽ دنيا جي پنجن ئي کنڊن جي چوٽيءَ جي يونيورسٽين ۾ انساني حقن، اقليتن، عورتن ۽ پاڻيءَ متعلق ڪيترائي پيپر پڙهي چڪو آهي، جن ۾ سسيڪس ۽ ليڊز انگلينڊ، برگن ناروي، ييل ۽ ڊينور آمريڪا، جوهانسبرگ سائوٿ آفريڪا، گوا انڊيا، بائرن بي آسٽريليا، وينڪوئر ڪينيڊا، AIT بينڪاڪ ۽ بيجنگ چائنا شامل آهن. اڄڪلهه لاءِ ڪاليج ۾ پڙهائي رهيو آهي ۽ ماضي ۾ ريڊيو ۽ TV جي ڊرامن ۾ پڻ ڪم ڪري چڪو آهي.

اياز سنڌ ۾ انساني حقن جي جدوجهد لاءِ هن وقت سڀ کان وڌيڪ وقت ڏيندڙ ۽ تجربو رکندڙ وڪيل آهي ۽ زهريلي پاڻي، ناجائز روڊ ٽيڪس، ٻوڏ جي تباهيءَ، دارالامانن، صغير قيدين، پسند جي شادين، معذورن جي اسڪولن ۽ اقليتن جي اغوا خلاف سوين ڪيس داخل ڪري ۽ کٽي چڪو آهي. تاريخ، سياست، ادب ۽ قانون جي مطالعي سندس تقريرن کي مدلل ۽ سحر انگيز بڻائي ڇڏيو آهي.

دلچسپيون: موسيقي، شاعري، سياحت، ڪرڪيٽ، سوئمنگ ۽ لکڻ.

ڇپيل ڪتاب:

1. سارون سپنا آزادي 2. ٽي مسافر ٽي شهر (سفرنامو) 3. دنيا پنهنجي ديس پرايا (سفرنامو) 4. ٻاڪ جي ساک (ڪالم، شاعري، تاثر)
5. حق، قانون ۽ انصاف (قانون متعلق ڇاڻ).

ان ڪانسواءِ ڪاوش، عبرت، سچ، جاڳو، جنگ ۽ ڊان اخبارن ۾ لاتعداد مضمونن ۽ KTN, CNBC، سنڌ ٽي وي، ميٽرو ون، آج ٽي وي، GEO، بزنس پلس ۽ انڊس ٽي وي تي سندس بيباڪ انٽرويوز کي زبردست پذيرائي حاصل ٿي آهي.

## سندس رابطي لاءِ ايڊريس:

Ayaz Latif Palijo
ayazlatif@gmail.com
0321- 3005853
0300-3063471
022-2729964, 022-2651725
0313-3049220

# پنهنجي پاران

ننڍي هوندي کان ئي، هر بار جيان منهنجي دل ۾ به ياڻ کان وڏا ۽ حيرت انگيز ڪم ڪرڻ جي خواهش رهي آهي. فلم ڏسي نڪربو هو ته دل چوندي هئي ته هيرو محمد علي، نديم، اميتاڀ يا ڪمل حاسن وانگر هڪ ئي وقت ويهن غنڊن سان وڙهجي. ٽورو اڳتي هلي ٽرمينيٽر، انڊياناجونز، فرسٽ بلڊ ۽ جيمز بانڊ ڏسي وڏين سازشن، آفتن ۽ ملڪن سان ٽڪرائڻ جا منصوبا بنجڻ لڳا هئا. پوءِ وري زندگيءَ جا خواب ۽ تصور بدليا پاويل ڪورچاگن، گورڪي، اليڪسئي، ٽمي، زوڪوف، جياپ، ليوخولان ۽ زويا اچي، فرهاد علي تيمور ۽ بابر زمان خان جي جاءِ ورتي چڏي. پر پوءِ جڏهن اسڪولن ۽ ڪاليجن مان يونيورسٽين ۾ پهتاسين، ته خبر پئي ته مخالف يا دشمن نه ايڏا ڪمزور آهن ۽ نه ئي ايڏا ظاهر ظهور ۽ چٽا بلڪه اڪثر حالتن ۾ اهي فرد نه بلڪه طبقا، گروهه ۽ ادارا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته ڪي (Invisible) قوتون ۽ نظام پڻ جن ڪي چٽي طرح محسوس ته ڪري سگهجي ٿو پر ڇُهي نٿو سگهجي. ته پوءِ يلا انهن جي زيادتين ۽ ظلمن سان ڪيئن وڙهجي؟ پُراڻين فلمن ۽ ناولن کان ويندي جان گرشام، سڊني شيلڊن، فريڊرڪ فورسٽ، جيفري آرچر ۽ ڊان براَئون تائين سڀ چون ٿا ته سماج ۽ سسٽم توهان سان گڏ آهن، فقط چند خراب ماڻهو اوهان جا مخالف آهن ۽ انهن کي اڪيلي سر جسماني ۽ ذهني طاقت سان منهن ڏيئي سگهجي ٿو. پر افسوس گهڻ ۾ گهڻ سنڌ، پاڪستان ۽ اُسرندڙ ملڪن ۾ ته ائين هرگز نه آهي. جيستائين ظالم قوتن، حڪومتن ۽ گروهن سان وڙهڻ لاءِ سندن ئي مجبورين تحت ٺاهيل، نظام جا فن، علم، قائدا ۽ قانون نٿا سکجن، ماڻهن جا انبوهه سياسي ۽ سماجي سجاڳيءَ ذريعي پاڻ سان نٿا ڪٺجن، پنهنجي فن ۾ مهارت نٿي ماڻجي ۽ ثابت قدمي ۽ بهادري سان پاڻيءَ جو ڦڙو ڦڙو ٿي نٿو وسجي تيستين حق ۽ انصاف جي دشمن ڏونگرن کي ڏارڻ ديواني جو خواب ئي رهجيو وڃي.

سرڪاري نوڪري تان استعيفا ڏيڻ کان وٺي اج تائين منهنجو

اهو ايمان وڏندو ۽ ويجهندو رهيو آهي ته سنڌ ۽ ملڪ جي هر هيٺئين توڙي وچولي طبقي جي فرد ڪي. شاگرد ۽ شاگردياڻي ڪي جيڪڏهن پاڻ، پنهنجي گهر، خاندان ۽ قوم سميت اڳتي وڌڻو آهي ته ڪيس ايمانداري، محنت ۽ اورچائيءَ سان پنج ڪم ضرور ڪرڻ گهرجن:

قانون ۽ سائنس جو مطالعو ۽ استعمال، عوامي سياست، سفر، ڪاروبار ۽ لکڻ.

اسان ڪي اسانجا وڏڙا، عالم ۽ اڪابر صدين ڪان سيکاريندا اچن ته پنهنجي ڪم سان ڪم رکو ۽ پرائي ڦڏي ۾ ٽنگ نه اڙايو. هي ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ اُن اميد سان ڏيان پيو ته جتي به ناحق، ناانصافي ۽ زيادتي ڏسو اُتي مڪمل تياريءَ سان پنهنجي ٽنگ ضرور اڙايو. ڪوبه ڦڏو پرايو نه آهي، جتي به ظلم آهي، زيادتي آهي، اُتي ڌُر بنجڻ توهان جي ايمان، وطن دوستيءَ ۽ انسان دوستيءَ جي پهرين تقاضا آهي.

جنهن وقت به ڪنهن . جو طوق ٽٽو،
مون ائين سمجهيو، ڄڻ منهنجي گردن هلڪي ٿي.
جي محڪوميءَ مان ڪوبه ڇُٽو،
مون ائين سمجهيو، ڄڻ منهنجي گردن هلڪي ٿي.
ڪنهن هنڌ به منهنجي قاتل جا جي هٿ لڏيا،
پل مونکي ڏي ڪيڏو به گهٽو
مون ائين سمجهيو، ڄڻ منهنجي گردن هلڪي ٿي.
(اياز)

اياز لطيف پليجو
5-8-2008
0300-3063471
0321-3005853
0313-3049220
E.mail: ayazlatif@gmail.com , ayazpalijo@hotmail .com

# قبضہ گروپ (لينڊ مافيا) جي خلاف
# قانونَ جو استعمال

پاڻ وٽ گهڻو ڪري ملڪيت جي مسئلن ۾ ڌريون ملڪيت جي حق ۽ قبضي حاصل ڪرڻ لاءِ سول ڪورٽن سان رابطو ڪن ٿيون جن مان انصاف ملڪي قانونن مثلاً قانون داد رسي 1877ع، قانون ماليہ 1867ع ۽ قانون قبضہ مطابق حاصل ڪيو وڃي ٿو. ان ڪانسواءِ ڪنهن شخص جي غير منقولہ جائيداد (Immovable Property) تي غير قانوني دخل اندازي (Tresspass) ڪندڙ ماڻهو تعزيرات پاڪستان (PPC)جي تحت سزا جا مستحق هوندا آهن پر مشاهدي ۾ اها ڳالهہ آئي آهي تہ باوجود انهن قانونن جيٰ ڪجهہ ماڻهو يا گروهہ عوام کي انهن جي غير منقولہ (زمين، جاءِ، پلاٽ) ملڪيت تان غير قانوني طور تي بي دخل ڪري ڇڏين ٿا. انهيءَ ڪم ۾ شامل ماڻهن يا گروهن کي قبضہ گروپ جو نالو ڏنو ويندو آهي، جن جي ڪري عوام کي سخت مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي.

تنهنڪري وڌندڙ شڪايتن کي نظر ۾ رکندي وفاقي حڪومت هڪ نئون قانون زير عنوان ”غير قانوني بي دخلي ايڪٽ 2005ع (Illegal Dispossession Act 2005) لاڳو ڪيو آهي، جنهن جو مقصد آهي اهڙن گروهن يا ماڻهن جي سرگرمين کي ختم ڪرڻ ۽ متاثر ڌرين کي جلد انصاف مهيا ڪرڻ.

مٿين قانون مطابق عدالت مان مراد سيشن ڪورٽ آهي. جڏهن تہ ضابطہ فوجداري (Cr.P.C) 1898ع ان تي لاڳو ٿيندو.

هن قانون جي قلم 3 جي ذيلي دفعہ (1) مطابق ڪير بہ بنان ڪنهن قانوني جواز جي ڪنهن کي بہ ان جي ملڪيت تان بي دخل ڪري، غير قانوني قبضو ڪري، ڪنٽرول ڪري ۽ ائين ڪرڻ جو مقصد اصل حقيقي مالڪ کي سندس ملڪيت جي قبضي کان محروم ڪرڻ هجي تہ ائين ڪرڻ وارو شخص مٿين قلم 3 جي زير قلم (2) جي تحت سزا جو مستحق هوندو ۽ ان سزا ڪانسواءِ جيڪا ڪنهن ٻئي قانون ۾ ان جي باري ۾ طئي ڪئي وئي هجي، 10

سالن تائين قيد ۾ ڏنڊ جي لائق هوندو. وڌيڪ ڪورٽ اهو حڪم ڏئي سگهي ٿي تہ متاثر ماڻهن / ڌرين کي قلم (544-A) ضابطہ فوجداري 1998ع جي تحت مناسب معاوضو بہ ادا ڪيو وڃي.

**تفتيش (جانچ) ۾ عدالت جو طريقي ڪار:**

قلم 5 جي تحت درخواست گذار جي درخواست تي ڪورٽ ان علائقي جي پوليس اسٽيشن جي انچارج کي تفتيش جو حڪم ڏيندي تہ اهو 15 ڏينهن جي اندر اندر جاچ پڙتال مڪمل ڪري حقيقت ڪورٽ کي ٻڌائيندو پر جيڪڏهن پوليس انچارج کي وڌيڪ وقت گهربو تہ عدالت پنهنجو اطمينان ڪرڻ کان پوءِ سندس درخواست تي ڪيس وڌيڪ وقت بہ ڏئي سگهي ٿي. عدالت هن ڪيس جي ٻڌڻي روزاني جي بنياد تي ڪندي ۽ 60 ڏينهن جي اندر فيصلو ٻڌائيندي، عدالتي ڪارروائي کي بغير ڪنهن سبب جي روڪيو نہ ويندو پر قانوني گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن عدالت ضروري سمجهي تہ عدالت پنهنجي ٻڌڻي ڪنهن ٻي تاريخ تائين ملتوي ڪري سگهي ٿي پر ڪنهن بہ صورت ۾ 7 ڏينهن کان وڌيڪ تاريخ نہ ڏني ويندي.

**عدالت جو ملڪيت ضبط ڪرڻ:**

مٿين قانون جي قلم 6 تحت جيڪڏهن ڪورٽ ان نتيجي تي پهچي ٿي تہ ڏوهہ ٿيڻ وقت ڌرين مان ڪو بہ ذڪر ڪيل ملڪيت تي قابض نہ هو تہ عدالت ملڪيت جي فرقي جو حڪم ڏئي سگهي ٿي ۽ ان دوران ملڪيت جي حفاظت ۾ قدرتي نقصان کان بچاءُ لاءِ حڪم ڏئي سگهي ٿي.

**بي دخلي ۾ ٻيهر داخل ٿيڻ جو طريقو:**

قلم 7 جي زير دفعہ (1) تحت جيڪڏهن ڪيس جي دوران عدالت ان ڳالهہ تي مطمئن آهي تہ جوابدار ڌر قانوني طور تي قابض نہ آهي تہ عدالت وقتي سهولت (Interim relief) جي حڪم طور اصل قابض يا

اصل مالڪ کي قبضو ڏيڻ جو حڪم ڪندي. جي جوابدار ڏر زير دفعه (1) تحت حڪم جي خلاف ورزي ڪري ته ڪورٽ ڪنهن ٻي قانون جي موجودگي جي باوجود متاثر ڌر کي قبضو ڏيارڻ جي باري ۾ مناسب قدمن کڻڻ جا حڪم جاري ڪندي ۽ انهيءَ باري ۾ عدالت ڪنهن ٻئ آفيسر يا اهلڪار کي حڪمن تي عمل درآمد لاءِ مقرر ڪري سگهي ٿي. هر اهو شخص جنهن کي عدالتي حڪم جي تعميل لاءِ مقرر ڪيو هجي اهو پوليس اسٽيشن جي آفيسر انچارج جي مدد حاصل ڪرڻ جو حق رکي ٿو. جي آفيسر انچارج ان جي مدد نہ ڪئي هجي تہ اهڙي آفيسر انچارج جي خلاف عدالتي حڪم تحطِ محڪماتي ڪارروائي عمل ۾ آندي ويندي.

## مالڪ کي سندس ملڪيت ڏيڻ:

قلم (8) جي تحت ڪيس جي اختتام مهل جڏهن اها ڳالهہ ثابت ٿئي تہ ملڪيت جي اصلي مالڪ يا اصلي قابض کي غير قانوني طور تي بي دخل ڪيو ويو هو يا ملڪيت کي ڪسيو (grabbed) ويو هو تہ عدالت حڪم عائد ڪندي تہ ملڪيت کي فوراً ان جي اصلي مالڪ يا قانوني قابض جي حوالي ڪيو وڃي ان مقصد جي لاءِ عدالت آفيسر انچارج پوليس اسٽيشن کي حڪم ڏيندي تہ عدالتي حڪم تي عمل ڪرڻ ۾ اصل مالڪ يا اصل قابض کي مدد ڪري.

## سزائون:

جيڪو بہ شخص هن قانون جي تحت ڏوهہ جو ڪندڙ هوندو اهو 10 سال قيد ۽ ڏنڊ جو حقدار هوندو ان کان سواءِ متاثر ڌر کي ڏنڊ بہ ادا ڪندو.

| ٻي شادي لاءِ قانوني گهرجون |
| --- |
| مسلم فيملي لاز 1961 جي قلم 6 تحت ڪو بہ شخص ثالثي (Arbitration) ڪائونسل ۽ زال جي اڳواٽ اجازت ڪانسواءِ ٻي شادي نہ ڪندو۽ نہ ئي اهڙي ڪا شادي رجسٽرڊ ٿي سگهندي. جيڪو ان قانون جي ڀڃڪڙي ڪندو ان جي خلاف قانوني ڪارروائي ٿيندي ۽ ان کان سمورو مهر پرائبو يا جيل موڪليو ويندو. |

# عورتن جا آئيني ۽ قانوني حق

قانون جي نظر ۾ سڀ شهري برابر ۽ هڪجهڙي قانوني تحفظ جا حقدار آهن، ۽ شهرين سان جنس جي بنياد تي امتيازي سلوڪ نہ ڪيو ويندو.
(پاڪستان جو آئين حصو ٻيو، آرٽيڪل 25)
”قومي زندگي جي سمورن شعبن ۾ عورتن جي ڀرپور شرڪت کي يقيني بڻائڻ لاءِ اپاءَ ورتا ويندا.“
(آئين پاڪستان حڪمت عملي جا اصول (34)
هر پاڪستاني عورت کي يا ان عورت کي جيڪا پاڪستان ۾ موجود هجي، ان کي اهو بنيادي حق آهي تہ ڪيس قانون جو تحفظ حاصل هجي.
(آئين پاڪستان شروعات حصو 4)
”هر پاڪستاني (عورت) کي ڪنهن بہ عام تفريح گاهہ ۾ داخل ٿيڻ يا گڏ ٿيڻ جو حق آهي ۽ ڪنهن سان بہ متڀيد وارو سلوڪ نہ رکيو ويندو.“
(آئين پاڪستان — بنيادي حق 26)
”ڪنهن بہ پاڪستاني (عورت) کي ان جي مرضيءَ جي خلاف گهر ۾ يا ڪنهن ٻي جڳهہ بند رکڻ غير قانوني آهي.“
(بنيادي حق 9)
”پاڪستاني شهري جي حيثيت ۾ هر عورت کي سڄي پاڪستان اندر آزاديءَ سان گهمڻ ڦرڻ ۽ ملڪ جي ڪنهن بہ حصي ۾ رهائش اختيار ڪرڻ ۽ آباد ٿيڻ جو حق آهي.“
(آئين پاڪستان- بنيادي حق 15)
”پاڪستاني شهري جي حيثيت ۾ هر عورت کي انساني وقار ۽ خلوت (پرائيويسي) جو اهڙو حق آهي، جيڪو ختم نہ ٿو ڪري سگهجي.“
(آئين پاڪستان- بنيادي حق 14)

## تعليم جو حق

چوڪريءَ کي، هر پاڪستانيءَ وانگر تعليم حاصل ڪرڻ جو حق حاصل آهي.
اهو شخص جيڪو زبردستي چوڪري/ عورت کي تعليم حاصل ڪرڻ کان روڪيندو اهو آئين جي شق 25 جي ڀڃڪڙي ڪندو، ان ڪانسواءِ آئين جي حڪمت عملي جي اصول 34 جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جو ذميوار قرار ڏنو ويندو. هو عدالت کان جوڳي سزا ملڻ جو مستحق ثابت ٿيندو.

## گهر کان ٻاهر نڪرڻ جو حق

اها بلڪل عام ڳالهه آهي ته عورتن مٿان گهر کان ٻاهر نڪرڻ تي بندش لڳائي ويندي آهي، قانوني طور ڪنهن کي به اهڙو حق ناهي.
هڪ بالغ عورت مٿان گهر کان ٻاهر نڪرڻ جي بندش لڳائڻ وارو شخص پاڪستان جي آئين ۾ بنيادي حقن، حڪمت عملي جي اصول 34 ۽ بنيادي حق 15 جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جو ذميوار آهي، جيڪو پاڪستاني جي آئين جي ڀڃڪڙي ڪرڻ جي برابر آهي.

## گهر مسواڙ تي وٺڻ جو حق

اسان جي معاشري ۾ عام ڳالهه آهي ته گهر جو مالڪ عورت کي مسواڙ تي گهر ڪو نه ڏيندو آهي، اها بلڪل غير قانوني روش آهي، ائين ڪرڻ وارو شخص نه فقط آئين جي شق 25 جي ڀڃڪڙي ڪري ٿو، بلڪ آئين ۾ ڏنل بنيادي حق 15 جي آخري حصي "آباد ٿيڻ جو حق" جي سنگين ڀڃڪڙي ڪري ٿو ۽ اهڙي شخص خلاف قانوني ڪارروائي ڪرڻ گهرجي.

## بدتميزي ڪرڻ وارن مردن کان بچاءُ جو حق

پاڪستان ۾ عورتن کي سڀ کان وڏيڪ ذهني صدمو انهن ماڻهن جي حرڪتن ڪري پهچي ٿو، جيڪي انهن تي ڪريل تبصرا ۽

آواز ڪن ٿا، انهن جي تاڙ ۾ پنيان ٿا اچن ۽ بيون ڪريل حرڪتون ڪن ٿا. اهڙا ماڻهو پاڪستان جي آئين ۾ ڏنل بنيادي حقن 15 ۽ 26 جي ڀڃڪڙي ڪن ٿا. ان کان سواءِ اهي تعزيرات پاڪستان (PPC) جي قلم 354 هيٺ سزا جي لائق آهن ۽ انهن جي خلاف قانوني ڪارروائي ڪري سگهجي ٿي ۽ ڪرڻ گهرجي.

## نوڪري

"هر پاڪستاني عورت کي حق حاصل آهي ته ڪو جائز پورهيو يا ڌنڌو يا مصروفيت اختيار ڪري يا ڪو جائز ڪاروبار ڪري."

(آئين پاڪستان، بنيادي حق 18)

ڪنهن به عهدي تي مقرر ڪرڻ لاءِ عورتن سان فرق نه ڪيو ويندو."

(آئين پاڪستان، بنيادي حق 27)

قانون موجب سيني سرڪاري ادارن ۾ عورتن لاءِ مخصوص ڪوٽا مقرر آهي. ان تي عمل نه ڪرڻ جي صورت ۾ اهڙي اداري خلاف قانوني ڪارروائي ڪري سگهجي ٿي. "هر عورت کي ويم جي حالت ۾ رعايتون ڏنيون وينديون."

(آئين، حڪمت عملي جا اصول 37)

انهيءَ آرٽيڪل موجب هر پاڪستاني عورت کي نوڪريءَ دوران 3 مهينا ويم جي موڪل وٺڻ جو حق حاصل آهي ۽ اها موڪل پگهار سان ملندي.

انهيءَ قانون جي خلاف ورزي پاڪستان ۾ تمام عام آهي، اهو ان ڪري ٿي سگهيو آهي جو نوڪري ڪرڻ وارين عورتن پنهنجو آئيني ۽ قانوني حق استعمال ڪو نه ڪيو آهي، پاڪستاني آئين ۾ ڏنل تحفظ هيٺ ڪو به ادارو چاهي اهو ملڪي هجي يا غير ملڪي، اهو جيڪڏهن پاڪستان ۾ ڪم ڪري رهيو آهي ۽ انهيءَ قانون جي ڀڃڪڙي ڪري ته ان کي عدالت ۾ ڪوٺي سگهجي ٿو ۽ مجبور ڪري سگهجي ٿو ته اهو ملازم عورتن کي انهن جا قانوني حق ڏئي.

## عورتن واسطي ڌار باٿ روم

پاڪستان ۾ رائج فيڪٽريز ائڪٽ 1934ع هيٺ هر ڪارخاني يا آفيس جي مالڪ تي واجب آهي تہ هو عورتن لاءِ مناسب الڳ باٿ روم ٺهرائي جيڪي چڱي طرح روشن ۽ هوادار هجن.

## آفيس ۾ الڳ باٿ روم

آفيسن ۾ ڪم ڪرڻ وارن عورتن کي گهڻي ڀاڱي انهيءَ ڳالهہ جي تڪليف هوندي آهي تہ آفيس جي عمارتن ۾ عورتن لاءِ الڳ باٿ روم جو ڪو بندوبست نہ هوندو آهي، ان سلسلي ۾ ٻہ صورتون تي سگهن ٿيون.

(1) فيڪٽريز ائڪٽ 1934ع جي دائري ۾ ذهني پورهئي کي بہ آندو وڃي.

(2) آئين پاڪستان جي ڏنل بنيادي حق 14 کي ڪتب آندو وڃي جيڪو چوي ٿو تہ هر انسان کي وقار ۽ خلوت (پرائيويسي) تي اهڙو حق حاصل آهي، جيڪو ختم نٿو ڪري سگهجي.

عورتن وارين آفيسن ۾ الڳ باٿ روم نہ هجڻ بلاشڪ انهيءَ حق جي ڀڃڪڙي ڪري ٿو.

## آفيسن ۾ مردن جي بدتميزي

آفيسن ۾ ڪم ڪرڻ وارين عورتن سان انهن ڪامورن يا گڏ ڪم ڪرڻ وارن مردن جو سلوڪ هرگز قانون کان مٿانهون ڪونهي.

جيڪڏهن ڪو مرد ڪامورو يا گڏ ڪم ڪرڻ وارو مرد ڪنهن عورت سان بيهودي حرڪت ڪري ٿو يا ڪرڻ گهري ٿو تہ ان جي خلاف تعزيرات پاڪستان قلم 354 هيٺ ڪارروائي ڪري سگهجي ٿي، اهو قلم تعزيرات پاڪستان ۾ مجرمانہ

حملو "ائسالٽ" (Assault) جي زمري ۾ اچي ٿو، اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن اوهين عدالت سان رجوع ڪريو ته اها ڳالهه يقيني آهي ته اوهين ڪيس ڪٽي وينديون ۽ ڏوهاري کي جوڳي سزا ملندي، ڪاميابي لاءِ اوهان کي فقط همٿ ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## ڪمائي

هر پاڪستاني عورت جيڪا نوڪري يا ڪاروبار ڪري ٿي، ان کي قانوني طور تي پنهنجي ڪمائي جي رقم تي پورو اختيار آهي ته اها جيئن وڻيس ان رقم کي خرچ ڪري سگهي ٿي.

ڪنهن ٻئي شهري، مڙس يا ساهرن کي اهو حق ناهي ته سندس ڪمائي جي خرچ ڪرڻ ۾ رنڊڪ وجهن يا دٻاءُ وجهن.

هڪ عورت پنهنجي ڪمائي مان:

1. پوڙهن ماءُ پيءُ تي خرچ ڪري سگهي ٿي، انهن جو علاج ڪرائي سگهي ٿي.
2. ننڍن ڀائرن يا ڀينرن جي تعليم جو خرچ پري سگهي ٿي.
3. والدين کي حج، زيارتن يا تفريح تي موڪلي سگهي ٿي.
4. ڀائرن ۽ ڀينرن جي پرڻي جو خرچ ڏئي سگهي ٿي.

ڪمائي ڪرڻ وارين عورتن کي اسان جي پرزور گذارش آهي ته هو ماءُ پيءُ ۽ ڀينرن ۽ ڀائرن جي ضرورت پوري ڪرڻ واري پنهنجي قانوني حق کي ضرور استعمال ڪن. يقين ڪريو ته جيستائين اهو رواج عام نه ٿيندو تيستائين ڇوڪريءَ جي پيدا ٿيڻ تي ماتم ڪيو ويندو.

### عوام جي معلومات تائين پهچ

معلومات جي آزادي جي قانون 2002 تحت سرڪاري رڪارڊ ڏسڻ، مطالعو ڪرڻ ۽ ان مان لاڀ وٺڻ عام ماڻهن جو حق آهي. قلم 3 تحت سرڪاري ادارو معلومات ڏيڻ کان ۽ ڪنهن پبلڪ ڊاڪيومينٽ ۽ سرڪاري رڪارڊ جي ڪاپي ڏيڻ کان انڪار نه ڪندو. پيچڪڙي جي صورت ۾ اداري جي سربراهه يا محتسب کي درخواست ڏني ويندي جيڪي قانوني ڪارروائي ڪندا.

# بنيادي انساني حق

## پاڪستان جي آئين ۾ شهرين کي ڏنل بنيادي حق

پاڪستان جي 1973ع واري آئين جي ٻئي حصي جي باب پهرين موجب هيٺ ڏنل بنيادي حق ملڪ جي هر شهري کي رنگ، نسل ۽ مذهب جي فرق کانسواءِ ڏنل آهن.

**بنيادي حقن سان ٽڪرائيندڙ قانون:**

اهي سمورا قانون، رسم رواج يا دستور جيڪي بنيادي حقن جي برعڪس هجن يا ان جي نفي ڪندا هجن يا انهن جو ڪجهه حصو بنيادي حقن جي خلاف هجي، انهن کي آرٽيڪل 8 آئين پاڪستان مطابق ڪالعدم ۽ رد قرار ڏنو ويو آهي نه صرف اهو پر حڪومت اهڙو ڪو به قانون ناهي نه ٺاهي سگهي، جيڪو انهن بنيادي حقن جي خلاف ورزي ڪندو هجي.

**زندگي جي ضمانت**

آرٽيڪل نمبر 9 مطابق سيني ماڻهن کي زنده رهڻ جو حق يا زندگي ۽ آزادي جي ضمانت ڏني وئي آهي ۽ ڪنهن به ماڻهو جي آزادي يا زندگي کي ختم نٿو ڪري سگهجي سواءِ ان جي جو قانوني گهرجون پوريون ڪيون وڃن.

**گرفتاري ۽ نظربندي خلاف حفاظتي قدم:**

آرٽيڪل نمبر 10 مطابق ڪنهن به شخص کي ان جي گرفتاري کان پوءِ جلد کان جلد ان جي گرفتاي جي سبب کان باخبر ڪيو ويندو ۽ ان کي ان کي قانوني مشير يا وڪيل سان مشورو ڪرڻ يا رابطي ڪرڻ جي سهولت ڏني ويندي. تنهن کانسواءِ 24 ڪلاڪن جي اندر اندر هن کي علائقي جي مئجسٽريٽ جي سامهون پيش ڪيو ويندو ۽ ميجسٽريٽ جي اجازت کانسواءِ 24 ڪلاڪن کان وڌيڪ پوليس لاڪ اپ ۾ نه رکيو ويندو.

امتناعي نظربندي جي قانونن مطابق ڪنهن به ماڻهو کي وفاقي حڪومت جي حڪم تي 3 مهينن لاءِ حراست ۾ وٺي نظر بند ڪري سگهجي ٿو ۽ ان مدي جي ختم ٿيڻ تي چيف جسٽس آف پاڪستان هڪ جائزه بورڊ ناهيندو جيڪو هڪ چيئرمين ۽ ٻن ميمبرن تي مشتمل هوندو، جنهن جا ميمبر سپريم ڪورٽ يا هاءِ ڪورٽ جا جج صاحب هوندا. اهو جائزه بورڊ ان وقت ۾ وڌيڪ اضافو ڪري سگهي ٿو.
جي نظربندي صوبائي حڪومت جي حڪم تي ڪئي وئي هجي ته جائزه بورڊ لاڳاپيل هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس ناهيندو. اهو بورڊ هڪ چيئرمين ۽ ٻن ميمبرن جيڪي لاڳاپيل هاءِ ڪورٽ جا جج صاحب هوندا، تي مشتمل هوندو.

**غلامي ۽ جبري پورهيي (Forced Labour) تي پابندي:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 11 مطابق غلامي تي پابندي لاڳو ڪئي وئي آهي. انسانن جي وڪري ۽ خريداري جي به پاڪستان جي حدن اندر اجازت ناهي ۽ هر طريقي جي جبري پورهئي تي سختي سان پابندي لاڳو ڪئي وئي آهي. 14 سالن کان گهٽ عمر جي ٻارن کي ڪنهن فيڪٽري ۾ يا خطرناڪ جاءِ تي نوڪري ۾ نه رکيو ويندو سواءِ ان جي ته ڪنهن ماڻهو کي ڪنهن ڏوهه ۾ ڪورٽ مان سزا مليل هجي يا ڪنهن قانون مطابق عوام ۽ مملڪت جي مفاد ۾ ڪو ڪم يا پورهيو ورتو وڃي. پر اها مشقت ظالماڻي يا انساني وقار جي خلاف نه هجي.

**نون قانون جي مطابق سزا جي ضمانت:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 12 مطابق ڪنهن به ماڻهو کي اُن ڏوهه ۾ سزا نه ڏني ويندي جنهن جو ڏوهه ڪندي وقت ڏوهن ۾ ڳڻپ نه ڪئي ويندي هجي ۽ نه ئي ڪا اهڙي سزا ڏني ويندي جيڪا ڏوهه ٿيڻ وقت ان ڏوهه جي سزا نه هئي ۽ يا ان کان وڌيڪ سزا نه ڏني ويندي جيڪا ڏوهه وقت ان ڏوهه جي سزا هئي.

**ٻٽي سزا ۽ پاڻ الزامي خلاف تحفظ:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 13 مطابق ڪنهن به ماڻهو کي هڪ ئي ڏوهه ۾ ٻه ڀيرا سزا نه ڏني ويندي ۽ نه ئي ڪنهن ماڻهو کي مجبور ڪيو ويندو ته هو پنهنجي خلاف پاڻ شاهدي ڏي يا پاڻ کي ملزم قرار ڏئي، قانوني گهرجن کي پورو ڪرڻ کانسواءِ ان جي شاهدي يا بيانن جي ڪا اهميت نه هوندي.

**انساني عزت ۽ وقار جي پاسداري:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 14 مطابق هر شهري جي وقار، نجي زندگي، عزت و ناموس، چادر ۽ چار ديواري جي حفاظت جي ضمانت ڏني وئي آهي. ان کانسواءِ ڪنهن به ماڻهو تي ثبوت حاصل ڪرڻ لاءِ جسماني يا ذهني تشدد نه ڪيو ويندو.

**چُر پُر جي آزادي:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 15 مطابق هر شهري کي آزادي آهي ته قانون جي حد ۾ رهندي پاڪستان ۾ ڪنهن به جاءِ تي گهمي ڦري سگهي ۽ پاڪستان جي جنهن حصي ۾ وڻيس رهائش اختيار ڪري.

**گڏجاڻي جي آزادي:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 16 مطابق پاڪستان جي هر شهري کي اهو حق حاصل آهي ته هو عوامي مفادن مطابق لڳايل مناسب قانوني پابندين اندر پرامن ۽ بنا هٿيارن جي اجتماع جو بندوبست ڪري سگهي.

**تنظيم سازي جي آزادي:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 17 مطابق هر شهري کي تنظيم سازي يا يونين ٺاهڻ جي مناسب قانوني پابندين سان گڏ آزادي ڏني وئي آهي.

هر اهو ماڻهو جيڪو حڪومت پاڪستان يا صوبائي حڪومت جي نوڪري ۾ نہ آهي ان کي آزادي آهي تہ ڪنهن بہ سياسي جماعت جو ميمبر ٿي سگهي ٿو يا سياسي جماعت ٺاهي سگهي ٿو. پر انهن قانوني پابندين سان گڏ جيڪي مملڪت جي اقتدار اعليٰ ۽ سالميت کي نظر ۾ رکندي ٺاهيون ويون هجن.

**ڪاروبار ۽ پيشي جي آزادي:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 18 مطابق هر شهري کي حق حاصل آهي تہ هو پنهنجي مرضي سان ڪو بہ قانوني ۽ جائز ڪاروبار ڪري سگهي ٿو يا پيشو اختيار ڪري سگهي ٿو بشرطيڪ هو ان قانوني معيار يا لازمي شرطن کي پورو ڪندو هجي جيڪي ان پيشي يا ڪاروبار متعلق لاڳو ڪيا ويا هجن.

**تحرير ۽ تقرير جي آزادي:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 19 مطابق هر شهري کي تحرير ۽ تقرير جي آزادي جو حق حاصل آهي ۽ ميڊيا ۽ اخبارون آزاد هونديون، پر اهڙي تحرير يا تقرير جيڪا اسلام جي خلاف هجي، پاڪستان يا ڪنهن صوبائي حڪومت جي سالميت ۽ اقتدار اعليٰ جي خلاف هجي، ان سان غير ملڪي دوستاڻا تعلقات متاثر ٿيندا هجن؛ امن ۾ خلل جو خطرو هجي، يا اخلاقي اصولن جي خلاف هجي يا جنهن سان عدليہ جي توهين ٿيندي هجي، يا ڪنهن ڏوهہ جي هدايت ڏيندي هجي تہ انهن تي ئي هي قائدو لاڳو نہ ٿيندو.

**مذهبي عبادت ۽ تبليغ جي آزادي:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 20 مطابق قانون، اخلاق ۽ امن و امان کي نظر ۾ رکندي هر شهري کي حق حاصل آهي تہ پنهنجي مذهب کي اختيار ڪري ان تي مڪمل عمل ڪندو رهي، ان کي پکيڙي ۽ ان جي تبليغ ڪري. هر مذهب ۽ ان جي ذيلي فرقي يا مسلڪ کي پنهنجي لاڳاپيل مذهبي اداري يا مدرسي ٺاهڻ ۽ ان جو انتظام هلائڻ جي آزادي هوندي.

**مذهبن تي لاڳو ٽيڪس:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 21 مطابق ڪنهن به شهري کي مجبور نه ڪيو ويندو ته هو ڪنهن خاص قسم جو ٽيڪس ڏئي جنهن جو مقصد ان مذهب جي ترويج تبليغ هجي جنهن سان اُن ٽيڪس ڏيندڙ جو تعلق نه هجي.

**تعليمي ادارن متعلق حفاظتي قدم:**
(1) آئين جي آرٽيڪل نمبر 22 مطابق ڪنهن به ماڻهو کي (جيڪو ڪنهن تعليمي اداري ۾ پڙهندو هجي) ڪنهن ٻئي مذهب جي تعليم حاصل ڪرڻ يا ان جي ڪنهن رسم يا عبادت ۾ شرڪت ڪرڻ يا حصو وٺڻ تي مجبور نه ڪيو ويندو.
(2) سيني مذهبي ادارن ۽ انسٽيٽيوٽس سان ٽيڪس جي ڇوٽ يا رعايت ۾ برابري جي بنياد تي ورتاءُ ڪيو ويندو.
(3) قانون کي نظر ۾ رکندي:
(الف) سيني مذهبن ۽ مسلڪن يا فرقن کي اهو حق حاصل آهي ته پنهنجي تعليمي ادارن (جيڪي سندن نگراني هيٺ هلندڙ هجن) ۾ پاڻ سان لاڳاپيل يا فرقي سان لاڳاپيل شاگردن کي تعيلم ڏين.
(ب) ڪنهن به شهري کي انهن ادارن يا تعليمي ادارن ۾ نسل، مذهب، ذات يا جاءِ پيدائش جي بنياد تي داخلا ڏيڻ کان انڪار نه ٿو ڪري سگهجي، جيڪي تعليمي ادارا عوامي ٽيڪسن مان امداد حاصل ڪندا هجن.

**ملڪيت جو حق:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 23 موجب هر پاڪستاني شهري کي اهو حق حاصل آهي ته پاڪستان جي جنهن حصي ۾ چاهي ملڪيت ٺاهي سگهي ٿو ۽ ان جي خريد ۽ وڪرو آئين ۽ مناسب قانوني پابندين جي حد ۾ رهندي ڪري سگهي ٿو.

**ملڪيت جو تحفظ:**
آرٽيڪل نمبر 24 مطابق ڪنهن بہ شهري کي ان جي جائيداد يا ملڪيت کان محروم نٿو ڪري سگهجي سواءِ قانوني گهرجون پوريون ڪرڻ جي. جيڪڏهن ڪنهن بہ شهري جي جائيداد يا ملڪيت عوامي خدمت لاءِ قانوني گهرجون پوريون ڪرڻ ڪانپوءِ يا قانون جي مطابق حاصل ڪرڻي پئي تہ حڪومت ان جي قيمت ادا ڪندي.

**سمورا شهري برابر آهن:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 25 مطابق سمورا پاڪستاني شهري برابر آهن ۽ برابري جي بنياد تي قانوني تحفظ جا حقدار آهن ۽ جنس جي بنياد تي انهن ۾ فرق نہ ڪيو ويندو.
اهو آرٽيڪل رياست کي پارن ۽ عورتن متعلق خاص قانون ناهڻ کان نٿو روڪي.

**پبلڪ يا تفريحي جاين تائين پهچ:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 26 مطابق ڪنهن بہ شهري کي پبلڪ يا تفريحي جاين تائين پهچڻ جي مڪمل آزادي هوندي ۽ انهن کي نسل، مذهب، ذات، جاءِ پيدائش يا رهائش جي بنياد تي انهن جاين تي وڃڻ کان نہ روڪيو ويندو.

**ملازمت ۾ امتيازي ورتاءُ جي خلاف تحفظ:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 27 مطابق ڪنهن بہ پاڪستاني شهري سان جيڪو ڪنهن ملازمت لاءِ اهل هوندو فرقي، مذهب، ذات، جنس، رهائش ياجاءِ جي بنياد تي گهٽ وڌ جو ورتاءُ نہ ڪيو ويندو.

**زبان، ثقافت ۽ رسم الخط جو تحفظ:**
آئين جي آرٽيڪل نمبر 28 مطابق هر شهري کي اهو حق حاصل آهي تہ هو پنهنجي مخصوص زبان، ثقافت ۽ رسم الخط کي قائم رکي ۽ ان جي ترقي لاءِ ادارو قائم ڪري.

**بنيادي حقن جي خلاف ورزي جي صورت ۾ عدالتي ڪارروائي ڪيئن ڪئي وڃي:**

آرٽيڪل نمبر 199:

آئين جي ٻئين حصي جي باب پهرين ۾ ڏنل بنيادي حقن جي ڪنهن حڪومتي اداري يا ڪنهن فرد پاران انڪار يا خلاف ورزي ڪئي وڃي تہ متاثر شخص لاڳاپيل هاءِ ڪورٽ ۾ آئين جي آرٽيڪل 199 مطابق درخواست داخل ڪري سگهي ٿو ۽ لاڳاپيل هاءِ ڪورٽ نوٽس جاري ڪرڻ ۽ ٻنهي ڌرين کي ٻڌڻ کان پوءِ پنهنجي صوابديدي (Discreational) اختيار کي ڪم آڻيندي قانون مطابق متاثر شخص کي بنيادي حق حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪندي آهي. آرٽيڪل 199 مطابق متاثر شخص فقط تڏهن درخواست ڏئي سگهي ٿو جڏهن ڪنهن ٻي قانون مطابق پنهنجي حق حاصل نہ ڪري سگهندو هجي.

**آرٽيڪل نمبر 184 ۽ پاڪستاني دستور:**

آئين جي آرٽيڪل 184 جي هيٺين آرٽيڪل نمبر 3 مطابق جي عدالت محسوس ڪري تہ آئين جي حصي ٻئي جي پهرئين باب ۾ جيڪي بنيادي حق ڏنا ويا آهن، انهن جي خلاف ورزي ٿي رهي آهي يا بنيادي حقن جي حوالي سان ڪو اهم نقطو اٿاريو وڃي تہ عدالت عظميٰ (سپريم ڪورٽ) آئين ۾ ڏنل حقن مطابق فيصلو ڪرڻ جو اختيار رکي ٿي.

آرٽيڪل نمبر 185: پاڪستاني آئين جي آرٽيڪل نمبر 185 مطابق هاءِ ڪورٽ جي فيصلي خلاف مٿانواري سپريم ڪورٽ ۾ اپيل جي درخواست داخل ڪري سگهجي ٿي.

**خط يا درخواست ذريعي حقن جو حصول:**

آئين جي آرٽيڪل 199 ۽ آرٽيڪل (3) 184 موجب توهان بنيادي انساني حقن جي پائمالي يا خلاف ورزي کي ڪورٽ ۾ چيلينج ڪرڻ لاءِ چيف جسٽس صاحب سپريم ڪورٽ آف پاڪستان ۽ لاڳاپيل صوبي جي هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس کي درخواست يا خط ذريعي ان خلاف ورزي کان آگاهہ ڪري سگهو ٿا. اڪثر چيف جسٽس صاحبان انهن درخواستن ۽ خطن کي آئيني، درخواستن جو درجو ڏئي ذميدار ماڻهن ۽ ادارن کان جواب طلب ڪري انهن کي ضروري حڪم جاري ڪندا آهن. تنهنڪري توهان اهڙا خط ۽ درخواستون ضرور موڪليو جيئن حقن حاصل ڪرڻ ۽ انهن جي تحفظ لاءِ قائم ڪيل اهڙن ادارن کي بروقت اطلاع ڪري سگهجي.

### پوليس پاران ايف آءِ آر داخل نہ ڪرڻ

ڪنهن بہ بدڻ جوڳي ڏوهہ جو پوليس پاران فرياد نہ وٺڻ جي صورت ۾ فريادي A&B 22 (سي آر پي سي) تحت سيشن ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪري سگهي ٿو ۽ هاءِ ڪورٽ ۾ آرٽيڪل 199 تحت پٽيشن داخل ڪري سگهي ٿو يا قلم 200/190 (سي آر پي سي) تحت حد جي ڪورٽ ۾ سڌو فرياد ڪري سگهي ٿو

---

### ڪوڙا ڪيس ٿيڻ جي صورت ۾ طريقہ ڪار

جيڪڏهن ڪو بہ شخص توهان مٿان ڪوڙا ڪيس داخل ڪري ۽ اهي هلي ڪوڙا ثابت ٿين تہ توهان ان خلاف ميليشيس پراسيڪيوشن جو ڪيس داخل ڪري سگهو ٿا ۽ نقصان (Damages) ڀرائڻ لاءِ عدالت سان رجوع ڪري سگهو ٿا. ڪيس هلڻ دوران بہ 249-A ، 265-K يا 561-A (سي آر پي سي) تحت مئجسٽريٽ، سيشن يا هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس ختم ڪرائڻ لاءِ درخواست وجهي سگهجي ٿي.

# انساني حقن جو عالمي پڌرنامو

Universal Declaration of Human Rights

گڏيل قومن جي جنرل اسيمبليءَ هن ڪائنات واري انساني حقن جي پڌرنامي جو اعلان ڪري ٿي، جيڪو سيني ماڻهن ۽ سيني قومن جي لاءِ اهم معيار آهي ۽ اهو ان حد تائين عام ڪرڻ گهرجي جو سماج جو هر فرد ان پڌرنامي کي هميشه لاءِ ذهن ۾ رکي ۽ سدائين نوان طريقا ڳوليندو رهي ته هو ماڻهن کي انهن حقن ۽ آزادين کي ماڻڻ لاءِ ڏسيندو ۽ سکيا ڏيندو رهي. ترقي پسند اپائن جي ذريعي، قومي ۽ بين الاقوامي سطح تي پڻ اهو ڏسڻ گهرجي ته انهن بنيادي حقن ۽ آزادين جي چاڻ هميشه ۽ هر وقت عام ماڻهن ۾ ۽ دنيا جي انهن ميمبر رياستن ۾ پهچائي وڃي ٿي ۽ انهن رياستن جي حدن اندر سڀ ماڻهو انهن کي عمل ۾ آڻين ٿا.

قلم 1:

سڀ انسان آزاد هڪ جهڙو مان، عزت ۽ هڪ جهڙا حق وٺي پيدا ٿيا آهن. انهن کي دماغ ۽ ضمير بخشيو ويو آهي ۽ هو هڪٻئي سان ڀائپيءَ واري جذبي سان هلت هلندا.

قلم 2:

هر ماڻهو هن پڌرنامي ۾ ڏنل سيني حقن ۽ آزادين جو حقدار هوندو بنا ڪنهن فرق جي ته هو ڪهڙي قسم، نسل، رنگ، جنس، زبان، مذهب، يا ڪنهن به سياسي يا ٻئي ڪنهن نظريي سان تعلق رکندو هجي، يا قومي يا سماجي اصليت سان واسطو رکندو هجي يا ملڪيت جم يا ٻي ڪنهن بيهڪ جي لحاظ کان به ڪو متييد نه ٿيڻ گهرجي.

ان سان گڏ سياسي، حدن واري يا ملڪي بيهڪ پوءِ اهو ملڪ چاهي خود مختيار هجي، پنهنجو پاڻ تي ڀاڙيندو هجي يا اختيار اغلئ جي ٻي ڪنهن حد اندر هجي اتي به ان بنياد تي ڪا به تفريق نه ڪئي ويندي.

قلم 3:
هر ماڻهوءَ کي زندگيءَ گذارڻ" آزاديءَ ۽ تحفظ جو پورو پورو حق حاصل هوندو.
قلم 4: ڪنهن به ماڻهوءَ کي غلاميءَ يا جبري پورهئي، برده فروشي ۾ نه جهليو ويندو. غلامي ۽ غلاميءَ وارن ڌنڌن جي سخت روڪ هوندي.
قلم 5:
ڪنهن به ماڻهوءَ کي اذيت، ظلم ۽ غير انساني ۽ توهين آميز هلت يا سزا جو نشانو نه بڻايو ويندو.
قلم 6: هر هڪ ماڻهوءَ کي قانون جي اڳيان هڪ فرد طور هر هنڌ سڃاڻپ جو حق هوندو.
قلم 7:
سڀ ماڻهو قانون جي اڳيان هڪ جهڙا آهن ۽ بنا ڪنهن متڀيد جي هڪ جهڙي قانوني تحفظ جا حقدار آهن. هن پٽرنامي جي ڀڃڪڙي ٿيندي جيڪڏهن ڪو به شخص ان فرق کي وڌائڻ لاءِ همٿائي ٿو.
قلم 8:
هر ماڻهوءَ کي اهو حق هوندو ته هو پنهنجي قومي اڪابر، ٽربيونل جي ذريعي، بنيادي حقن جي ڀڃڪڙيءَ خلاف موثر جواز ڏيئي نجات وٺي جيڪي حق ڪيس دستور ۽ قانون طرفان مليل آهن.
قلم 9:
ڪنهن به ماڻهوءَ کي بنا سبب گرفتار نه ڪيو ويندو، نظربند نه رکيو ويندو ۽ ملڪ نيڪالي نه ڏني ويندي.

قلم 10:
هر هڪ ماڻهو برابريءَ سان ان ڳالهه جو حقدار هوندو ته ان کي هڪ خودمختيار ۽ غير جانبدار ٽربيونل ۾ ٻڌو وڃي، جنهن ۾ هو پنهنجن حقن ۽ فرضن حاصل ڪرڻ واري سلسلي ۾ يا پنهنجي خلاف ڪنهن به فوجداري الزام جي خلاف ڳالهائي.

قلم 11:

(i) ڪنهن بہ ماڻهوءَ ڪي جنهن تي سزا واري ڏوهہ جو الزام هجي اهو حق رهندو تہ تيستائين هن کي بيگناهہ سمجهيو وڃي جيستائين هن کي کلي عدالت يا قانوني طور ڏوهي تسليم نہ ڪيو وڃي، ۽ هن کي پنهنجي بچاءُ جي لاءِ ضروري ضمانتون حاصل هونديون.

(ii) ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪنهن اهڙي ڏوهہ جي سزا نہ ڏني ويندي جيڪو ڏوهہ تيڻ واري ڏينهن سزا لائق نہ آهو ۽ نہ ئي کا اهڙي اضافي سزا ڏي سگهجي جيڪا ڏوهہ تيڻ وقت لاڳو نہ هئي.

قلم 12:

ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي نجي زندگي ۾ مداخلت نہ ڪئي ويندي. هن جي ڪٽنب، گهر يا لکپڙهہ ۾ کا بہ مداخلت نہ ڪئي ويندي ۽ نہ ئي ڪنهن جي عزت ۽ ناموس تي حملو ڪيو ويندو. هر ماڻهوءَ کي انهيءَ مداخلت ۽ حملن جي خلاف قانوني تحفظ وارو حق حاصل هوندو.

قلم 13:

(i) هر ماڻهوءَ کي چرپر جي آزادي ۽ رهائش جو حق هوندو تہ هو پنهنجي رياست جي حدن اندر جتي بہ رهڻ چاهي رهي سگهي ٿو.

(ii) هر ماڻهوءَ کي ڪنهن بہ ملڪ وڃڻ ۽ پنهنجي ملڪ ڇڏڻ جو اختيار آهي ۽ وري واپس اچڻ جو بہ اختيار هوندو.

قلم 14:

هر ماڻهوءَ کي اهو حق حاصل هوندو تہ هو زيادتين کان بچڻ لاءِ هي ٻين ملڪن ۾ پناهہ وٺي.

اهي حق هو ان حالت ۾ نٿو حاصل ڪري سگهي، جيڪڏهن هن جي خلاف غير سياسي ڏوهہ متعلق ڪو صحيح قسم جو ڪيس هلي رهيو آهي يا انهن عملن متعلق آهي، جيڪي گڏيل قومن جي مقصدن ۽ اصولن جي خلاف آهن.

قلم 15:

(1) هر هڪ ماڻهوءَ کي قوميت حاصل ڪرڻ جو حق هوندو.

(2) ڪنهن به ماڻهوءَ کي جبراً هن جي قوميت کان محروم نٿو ڪري سگهجي ۽ هن جي قوميت جي تبديليءَ واري حق کان به انڪار نٿو ڪري سگهجي.

قلم 16:

(i) مرد ۽ عورتون جيڪي بالغ آهن بنا ڪنهن نسل، قوميت يا مذهب جي حد بنديءَ جي انهن کي اهو حق حاصل آهي ته هو ڪنهن سان به شادي ڪن ۽ گهر جوبنياد وجهن هو ٻئي برابريءَ واري بنياد تي شادي شده زندگي دوران ۽ شاديءَ کي ختم ڪرڻ وقت حق جا مجاز هوندا.

(ii) شادين کي تڏهن جائز قرار ڏنو ويندو جڏهن اهي ٻنهي شخصن- مرد ۽ عورت جي آزادانه ۽ پوريءَ مرضيءَ سان عمل ۾ اينديون.

(iii) گهر- ڪٽنب ۽ سماج جو قدرتي ۽ بنيادي گروپ يا يونٽ آهي ۽ انهيءَ حق جو حقدار آهي ته ان کي سماج ۽ رياست تحفظ ڏئي.

قلم 17:

(i) هر ڪنهن فرد کي اڪيلي ذاتي ملڪيت رکڻ جو حق هوندو ۽ ٻين سان گڏ جماعت ۾ رهڻ جو به حق هوندو.

(ii) ڪنهن ماڻهوءَ کي خود جبراً هن جي ملڪيت کان محروم نٿو ڪري سگهجي.

قلم 18:

هر ڪنهن کي خيالن جي آزادي پنهنجي ضمير ۽ مذهب جو حق حاصل هوندو. ان حق ۾ هي حق به شامل هوندا ته هو پنهنجي مذهب ۽ اعتقاد جي تبديلي آڻي ۽ اها تبديلي هو اڪيلي طور، جماعتي طور يا عوامي طور ڪري سگهي ٿو. هو پنهنجي مذهب يا ايمان کي پڙهائڻ، سيکارڻ، عمل ڪرائڻ، عبادت ڪرڻ ۽ ان جي مشاهدي ڪرڻ جو حقدار هوندو.

قلم 19:

هر ماڻهوءَ کي پنهنجيءَ راءِ ۽ ان جي اظهار جي آزادي هوندي. ان حق ۾ اهو بہ شامل آهي تہ هو پنهنجي راءِ بنا ڪنهن مداخلت جي رکي سگهي ٿو ۽ انهن جي باري ۾ ڄاڻ ۽ خيال ڪنهن بہ ذريعي سان بنا ڪنهن حدن جي ڳولهي، حاصل ڪري ۽ پهچائي سگهي ٿو.

قلم 20:

(i) هر ماڻهوءَ کي امن پسند ميڙ ۽ جماعت ۾ شموليت جو حق حاصل هوندو.

(ii) ڪنهن کي مجبور نہ ڪيو ويندو تہ هو ڪنهن جماعت سان شامل ٿئي.

قلم 21:

(i) هر ماڻهوءَ کي اهو حق حاصل هوندو تہ هو پنهنجي ملڪ جي حڪومت ۾ سڌي طرح حصو وٺي يا کُٽي آزادي سان چونڊيل نمائندن جي ذريعي وٺي.

(ii) هر ماڻهوءَ کي اهو هڪ جهڙو حق حاصل هوندو تہ هو پنهنجي ملڪ ۾ سرڪاري نوڪري ڪري سگهي.

(iii) ڪنهن بہ حڪومت جي اختيار جو بنياد عوام جي خواهش تي منحصر هوندو ۽ اهڙو اظهار مخصوص مدي کانپوءِ ٿيندڙ صحيح چونڊن ۾ ڪري سگهبو، جيڪي دنيا ۾ تسليم ٿيل هونديون ۽ جيڪي ڳجهي ووٽ يا ان جي برابري واري ووٽ واري طريقي سان ٿينديون.

قلم 22:

هر ماڻهو، سماجي ميمبر هئڻ جي حيثيت ۾ اهو حق رکي ٿو تہ هن کي سماجي تحفظ ڏنو وڃي ۽ ان جو حقدار هوندو تہ اهو حق قومي جدوجهد ۽ بين الاقوامي سهڪار جي ذريعي سان حاصل ڪري ۽ اهي تنظيم ۽ رياست جي ذريعن مطابق هجن ۽ اهي ذريعا جيڪي اقتصادي، سماجي ۽ ثقافتي حق ڏين ٿا، اهي هن جي مان ۽ هن جي شخصيت جي آزاد پالنا سان نهڪندڙ هجن.

قلم 23:

(i) هر ماڻهوءَ کي ڪم ڪرڻ جو حق هوندو. اهو ڪم هن جي پنهنجي مرضيءَ واري نوڪري پسنديده ۽ انصاف تي مبني حالتن ۾ هن جي بيروزگاريءَ جي بچاءُ وارين حالتن سان ٺهڪندڙ هجن.

(ii) هر هڪ ماڻهو بنا ڪنهن امتياز جي اهو حق رکي ٿو ته هو ساڳئي قسم جي ڪم لاءِ برابر پگهار جي گهر ڪري.

(iii) هر ماڻهو جيڪو ڪم ڪري ٿو ان کي حق پهچي ٿو ته هن کي انصاف مطابق ۽ پسنديده اجورو ملي ۽ ڪيس پڪ ڏياري وڃي ته هن کي ۽ سندس ڪٽنب کي انساني شان شوڪت لائق وجود ملندو ۽ پڻ ان ۾ واڌارو آندو ويندو ۽ جيڪڏهن ضروري سمجهيو ويو ته ٻين ذريعن سان ڪيس سماجي تحفظ فراهم ڪيو ويندو.

(iv) هر ماڻهوءَ کي اهو حق حاصل هوندو ته پنهنجن مفادن جي تحفظ لاءِ هو واپاري يونين پاڻ ناهي يا ان ۾ شامل ٿئي.

قلم 24:

هر ماڻهوءَ کي آرام ۽ واندڪائيءَ جو وقت ماڻڻ جو حق هوندو، اُن ۾ ڪم ڪرڻ وارن ڪلاڪن جي عيوض واجبي حد تائين ۽ وقت به وقت پگهار سوڌو موڪلون به شامل هونديون.

قلم 25:

(i) هر ماڻهوءَ کي پنهنجي زندگيءَ جو اهو معيار رکڻ جو اختيار هوندو، جيڪو هن جي پنهنجي ۽ سندس ڪٽنب جي صحت ۽ بهتريءَ لاءِ موزون هجي. ان سان گڏ کاڌي، ڪپڙن، گهر ۽ صحت جي سنڀال ۽ ضروري سماجي خدمتون، بيروزگاريءَ مهل تحفظ جو حق بيماريءَ لاچاريءَ بيوه واري حالت، ٻڍاپ يا ٻئي گذاري واري گهٽتائيءَ وارين حالتن ۾ جيڪي هن جي قبضي کان ٻاهر آهن، اهڙين حالتن ۾ ڪيس تحفظ فراهم ڪرڻو پوندو.

(ii) مائون ۽ ٻار هڪ خاص سنڀال ۽ مدد جا حقدار هوندا. سڀ ٻار جيڪي گهر ۾ يا گهر کان ٻاهر پيدا ٿيل هجن پڻ سماجي تحفظ ماڻڻ جا حقدار هوندا.

حق 26:

(i) هر ماڻهوءَ کي تعليم جو حق حاصل هوندو، تعليم مفت فراهم ڪئي ويندي. خاص ڪري بنيادي ۽ ابتدائي منزلن ۾ پرائمري تعليم ضروري قرار ڏني ويندي، ٽيڪنيڪي ۽ ڌنڌي واري تعليم عام مهيا ڪئي ويندي ۽ اعليٰ تعليم پڻ سيني لا ميسر ڪئي ويندي. جيڪا هوشياريءَ لياقت ۽ خوبيءَ جي بنياد تي ڏني ويندي.

(ii) تعليم کي اهڙي راهه تي آندو ويندو، جيئن انساني شخصيت جي پوري واڌ ويجهه ٿي سگهي ۽ انساني حقن ۽ انهن جي بنيادي آزادين لاءِ عزت ۽ مان مٿانهون ٿئي. اهڙي تعليم قومن، نسلن ۽ مذهبي گروپن منجهه ڄاڻ، سهپ ۽ دوستيءَ کي پڻ وڌائيندي ۽ گڏيل قومن جون سرگرميون پڻ عروج تي آڻينديون ته جيئن دنيا ۾ امن قائم ڪري سگهجي.

(iii) والدين کي اهو ابتدائي حق ڏنو ويندو ته هو ڪهڙي به قسم جي تعليم پنهنجن ٻارن کي ڏياري سگهن ٿا.

قلم 27:

(i) هر ماڻهوءَ کي اهو حق هوندو ته هو پنهنجي برادريءَ جي ثقافتي زندگيءَ ۾ آزاديءَ سان شامل ٿي سگهي ٿو. هن کي فني مزو ماڻڻ جو حق ۽ سائنسي واڌاري ۽ ان جي فائدن ۾ حصيدار ٿيڻ جو پڻ حق هوندو.

(ii) هر ماڻهوءَ کي پنهنجي اخلاقي ۽ مادي دلچسپين ۽ تخليقن کي محفوظ ڪرڻ جو حق هوندو، جيڪي هو سائنس، ادب ۽ آرٽ سان پيدا ڪري ٿو ۽ جنهن جو هو خود مصنف يا مالڪ آهي.

قلم 28:

هر هڪ انهن سماجي ۽ بين الاقوامي نظم و نسق جو حقدار هوندو، جنهن ۾ هي حق ۽ آزاديون جيڪي هن پڌرنامي ۾ بحال ٿيل آهن، پوري نموني ۾ عمل ۾ آڻي سگهجن.

قلم 29:

(i) هر ماڻهوءَ کي پنهنجي برادريءَ ڏانهن ڪجهه ذميواريون آهن، جنهن ۾ ئي صرف هن جي شخصيت جو آزاد ۽ پورو واڌارو ممڪن هوندو آهي.

(ii) هن جي انهن حقن ۽ آزادين جي استعمال ۾، هر ماڻهو صرف انهن حدن جو پابند هوندو جن جو فيصلو قانون ڪندو، صرف ان مقصد لاءِ ته اهي حق گهربل ۽ صحيح نموني ۾ تسليم ڪيا وڃن ۽ انهن حقن ۽ آزادي لاءِ مان وٺي جيڪي اخلاقي طور قابل قبول هجن ۽ عوام جي نظم و ضبط عام ڀلائي جيڪي هڪ عوامي سماج ۾ ممڪن آهن. انهن سان ٺهڪندڙ هجن.

(iii) اهي حق ۽ آزاديون جيڪي گڏيل قومن جي اصولن جي انحرافي ڪن، انهن کي ڪنهن به حالت ۾ اختيار نه ڪيو ويندو. انهن کي عمل ۾ نه آندو ويندو.

قلم 30:

هن پڌرنامي مان ڪا به ڳالهه اهڙي نموني نه سمجهڻ ۽ سمجهائڻ گهرجي ته هي چارٽر ڪنهن رياست، گروپ ۽ شخص سان اهڙي طرح لاڳو هوندو ته هو ڪنهن اهڙي مشغولي ۾ حصو وٺي، يا هو ڪو به عمل ڪري جنهن جو مقصد پئي ڪنهن جي حقن ۽ آزادين جيڪي هن پڌرنامي ۾ ڏنل آهن کي سلب ڪرڻ هجي.

(جنرل اسيمبلي UNO 10 ڊسمبر 1948ع)

# پاڪستان ۾ هلندڙ مسلم گهريلو قانون

(طلاق، خلع، خرچ پکي، حق مهر ۽ ٻارن متعلق).

پاڪستان ۾ عورتن ۽ ٻارن متعلق ۽ انهن جي حقن ۽ ڦڌي جي حل لاءِ مختلف قانون هلندڙ آهن ۽ انهن مسئلن کي مختلف قانونن مطابق حل ڪيو ويندو آهي.

- اسان هتي عورتن ۽ ٻارن سان لاڳاپيل قانونن جن ۾ طلاق، خلع، عورتن ۽ ٻارن جو خرچ پکو، حق مهر ۽ ٻارن جي سرپرستي ۽ ولديت جي قانونن کي عام ماڻهو ۽ خاص ڪري عورتن ۽ ٻارن جي معلومات لاءِ ترتيب ڏنو آهي ته جيئن اسان جي سماج معاشري جون مصيبت سٽيل عورتون ۽ ٻار موتجهارن متعلق قانونن جي باري ۾ ڄاڻي سگهن ۽ پنهنجي قانوني حقن متعلق سجاڳ ٿين. پاڪستان ۾ هلندڙ مسلم فيملي لاز آرڊيننس 1961ع ذريعي فيملي عدالتن ۾ انهن مسئلن ۽ ڦڏن کي حل ڪيو ويندو آهي.

طلاق (Divorce):

طلاق جي معنيٰ آهي ته قانوني ۽ شرعي طور شادي جي معاهدي کان آزاد ٿيڻ ۽ جڏهن اهو معاهدو مڙبس ختم ڪندو آهي ته اها طلاق سڏي ويندي آهي. مسلم فيملي لاز آرڊيننس (Muslim Family Laws Ordinance) 1961ع جي قلم 7 مطابق:

(1) ڪو به مرد پنهنجي زال کي طلاق ڏيڻ کان پوءِ پهرين اُها تحريري هجي يا زباني ان ڳالهه جو پابند آهي ته هو طلاق جو نوٽيس چيئرمين پنچائيت ڪميٽي/ ڪائونسلر کي تحريري طور ڏي ۽ ان سان گڏ طلاق جي نوٽس جي ڪاپي زال کي به ڏيندو.

(2) جي ڪو مرد طلاق ڏيڻ کانپوءِ ان ڳالهه جي پابندي نٿو ڪري ته ان کي هڪ سال قيد يا ان سان گڏ 5 هزار روپيا ڏنڊ به پئجي سگهي ٿو.

(3) چيئرمين/ ڪائونسل/ مشاورتي يونين ڪائونسل طلاق جو نوٽيس 7 (I) جي مطابق وصول ٿيڻ کانپوءِ مسلم فيملي لاز آرڊيننس

1961ع جي ڪارروائي مڪمل ڪندو آهي ۽ طلاق جي 90 ڏينهن گذرڻ کان پوءِ طلاق جي موثر ٿيڻ جي سرٽيفڪيٽ جاري ڪندو آهي.
مسلم فيملي لاز آرڊيننس 1961ع جو قلم 7 (1) جي نوٽيس تي ڪارروائي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ طلاق عمل ۾ اچي ويندي آهي. لاڳاپيل ڪيسن ۾ وڏي عدالت خاص ڪري شريعت ڪورٽ جي فيصلي مطابق تحريري طلاق ڪانپوءِ ئي طلاق موثر ٿيندي آهي ۽ عدت جي مدي پوري ڪرڻ ڪانپوءِ عورت ٻي شادي ڪري سگهي ٿي. ان ڪانسواءِ 7 (1) مطابق رڳو مرد کي اهو اختيار ڏنو ويو آهي ته هو طلاق جو نوٽس ڏئي سگهي ٿو ۽ ان ڪري اڪثر مرد بدنيتي ۽ انتقامي جذبي تحت نوٽيس نٿا ڏين تنهنڪري اعليٰ عدالتن هاڻ اهو حق عورت کي به ڏنو آهي ته اها طلاق وٺڻ ڪانپوءِ پاڻ چيئرمين /ڪائونسل/ مشاورتي ڪائونسلر کي قلم 7 (1) تحت طلاق کي عمل ۾ آڻائڻ لاءِ نوٽيس ڏئي سگهي ٿي.
هتي اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته جي ڪا عورت طلاق وقت پيٽ سان هجي ته طلاق ان وقت موثر ٿيندي جڏهن 90 ڏينهن پورا ٿين يا ٻار جي پيدائش ٿي وڃي هجي يا ٻنهي مان ڪو به يعني 90 ڏينهن اندر ٻار جي پيدائش ٿي وڃي يا 90 ڏينهن گذري وڃن ان کان پوءِ طلاق موثر ٿيندي.

طلاق جا 3 مختلف طريقا:
شادي جو معاهدو ٽن مختلف صورتن ۾ تڏهن ختم ٿي سگهي ٿو:
(1) جڏهن مڙس پنهنجي زال کي 3 دفعا زباني يا تحريري طور تي طلاق پنهنجي مرضي ۽ اختيار سان ڏي.
(2) جڏهن مڙس زال گڏيل رضامندي سان ڪورٽ ۾ وڃڻ بنان شادي جو معاهدو ختم ڪري ڇڏين.
(3) جڏهن مڙس يا زال جي وچ ۾ نڪاح جي خاتمي جو حڪم نامون ڪورٽ پاران جاري ڪيو ويو هجي.
طلاق جو ٻئي کي ڏنل اختيار:
طلاق جو اهو حق عام طرح مڙس پنهنجي زال کي يا ڪنهن ٻئي ماڻهو کي مستقل يا عارضي مدي لاءِ مڪمل اختيارن سان گڏ يا

شرطن سان نڪاح نامي يا ڪنهن ڌار معاهدي ذريعي ڏئي سگهي ٿو ۽ اهو اختيار جي ڏنو ويو هجي ته اُنهي ڪي زال يا ڪو ٻيو شخص ٻنهي اهڙي طرح استعمال ڪري سگهي ٿو جيئن مڙس طلاق جو حق پاڻ استعمال ڪندو آهي.

مشروط طلاق:
هي اها طلاق آهي جنهن ۾ مڙس ڀورين ئي ڪان مقرر ڪيل شرطن جيڪي مستقبل ۾ واضح ٿيڻا هجن جي حوالي سان طلاق ڏي. مثلاً مڙس پنهنجي زال کي اهو چئي ته هوءَ پنهنجي پيءُ جي گهر ويندي ته ان کي طلاق ٿي ويندي.

خلع (Khulla):
مڙس ۽ زال جي وچ ۾ شادي جي معاهدي کي خلع جي ذريعي به ختم ڪري سگهجي ٿو. خلع جو حق رکڻ عورت استعمال ڪري سگهي ٿي ۽ طلاق جو حق مرد استعمال ڪري سگهي ٿو. خلع جو حق عورت / زال ڪنهن به وقت استعمال ڪري سگهي ٿي ۽ ان حق جو استعمال ڪرڻ لاءِ زال کي پنهنجو ڪيس ڪورٽ ۾ داخل ڪرڻو پوندو آهي يا هو اهو حق مڙس/ مرد جي رضامندي سان استعمال ڪري سگهي ٿي. پر اهو ضروري نه آهي ته جي مڙس، زال کي خلع نه ڏيڻ چاهي ته زال پنهنجو حق استعمال نٿي ڪري سگهي، هوءَ پوءِ به خلع وٺي سگهي ٿي پر ان لاءِ زال کي پنهنجي حق مهر ۽ ٻين فائدن تان هٿ ڪڍڻو پوندو ۽ پوءِ مڙس ڪان عدالت ذريعي خلع حاصل ڪرڻي پوندي ۽ عدالت جي حڪم سان خلع جي ڊگري (آرڊر) جاري ٿيندو آهي.

مسلم نڪاح جي خاتمي جو ايڪٽ 1939ع:
مسلم تسنيخ نڪاح ايڪٽ 1939ع جي قلم 2 موجب ڪا به عورت / زال هيٺ ڏنل صورتن ۾ نڪاح جي خاتمي لاءِ عدالت سان رجوع ڪري سگهي ٿي.

1. مڙس جو گذريل 4 سالن کان ڪو به ڏس پتو نه هجي.

2. مڙس ٻن سالن کان نظر انداز ڪندو رهيو هجي يا خرچ پکو ڏيڻ ۾ ناڪام رهيو هجي.
3. مڙس اضافي شادي مسلم عائلي قانون جي خلاف ورزي ڪندي ڪئي هجي.
4. مڙس کي 7 سال يا اُن کان وڌيڪ جي سزا ڪنهن عدالت ڏني هجي.
5. مڙس بنا ڪنهن سبب ڪري 3 سالن کان پنهنجي ازدواجي تعلقات (Conjugal relations) پورا ادا ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو هجي.
6. مڙس شادي وقت نامرد (Impotent) هجي ۽ مستقبل ۾ ان جي نامردي ختم ٿيڻ جا امڪان موجود نه هجن.
7. مڙس ٻن سالن جي عرصي تائين چريو رهيو هجي يا ڪوڙهه جو مريض هجي يا ڪنهن موذي مرض ۾ مبتلا هجي.
8. جي ڪنهن ڇوڪريءَ جو ان جي پيءُ يا ڪنهن ٻي وارث نڪاح ڪرايو هجي ۽ نڪاح جي وقت ان ڇوڪريءَ جي عمر 16 سالن کان گهٽ هجي ۽ هن اهڙي نڪاح کي نه مڃيو هجي ۽ شادي وارا مخصوص تعلقات قائم نه ٿيا هجن.
9. جي مڙس پنهنجي زال تي ظلم ڪندو هجي ۽

(الف) جسماني تشدد ڪرڻ جو عادي هجي يا وري زال جي زندگي پنهنجي ظالماڻا رويي ڪري جهنم ڪري ڇڏي هجئين پوءِ ڀلي ان ۾ جسماني تشدد شامل نه هجي.
(ب) آواره عورتن سان ميل جول رکندو هجي يا بدنامي جي زندگي گذاريندو هجي.
(پ) زال کي بدڪاري جي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪندو هجي.
(ت) زال جي مال ۽ ملڪيت کي ضايع ڪندو هجي يا ان کي سندس مال ۽ ملڪيت تي قانوني حق استعمال ڪرڻ کان روڪيندو هجي.
(ث) زال جي مذهبي عبادتن ۾ رڪاوٽ وجهندو هجي.

(ج) هڪ کان وڌيڪ زالون هئڻ جي صورت ۾ قرآني حڪمن مطابق برابري وارو رويو اختيار نه ڪندو هجي يا وري ڪو ٻيو سبب جيڪو مسلم عائلي قانون مطابق نڪاح جي خاتمي لاءِ جائز سبب مڃيو ويندو هجي.

زال ۽ ٻارن جو خرچ پکو:

(الف) زال جو خرچ پکو (نان نفقو):

عائلي قانون مطابق شادي کان پوءِ زال جي خرچ پکي يا گذر جي ذميواري مڙس تي لاڳو هوندي آهي ۽ جي زالن جي تعداد هڪ کان وڌيڪ هجي تڏهن به انهن جي وچ ۾ منصفانه خرچ پکي جي ادائيگي جي ذميواري به مڙس تي لازمي آهي ۽ جي مڙس پنهنجي ذميواري کي پورو ڪرڻ ۾ ناڪام ٿئي ٿو ته عورت ڪورٽ جو دروازو کڙڪائي سگهي ٿي.

زال ڏار ٿيڻ کان پوءِ به خرچ پکو وصول ڪرڻ جي حقدار آهي. شرط اهو آهي ته عليحدگي مهر معجل جي ادائيگي نه ٿيڻ يا خرچ نه ملڻ يا مڙس جي بدسلوڪي، يا ڪنهن ٻئي اهڙي سبب ڪري ٿي هجي جنهن کي قانون مڃيندو هجي. ان جي برخلاف طلاق کان پوءِ رڳو عورت عدت جو خرچ وصول ڪري سگهي ٿي. پر جي طلاق نه ٿي هجي ۽ زال مڙس کان الڳ پنهنجي مائٽن جي گهر رهندي هجي ته هو پنهنجي خرچ پکي لاءِ مڙس کان گهر ڪري سگهي ٿي پر شرط اهو آهي ته عليحدگي جو ذميوار مڙس هجي ۽ زال کي مارڪٽ ڪري يا ڪنهن سبب جي ڪري مڙس پنهنجي گهر مان ڪڍي ڇڏيو هجي يا گهر ڇڏڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هجي. ان ڪانسواءِ زال مڙس جي عليحدگي جي مدت يا طلاق ٿيڻ تائين بشمول عدت جي خرچ پکي لاءِ عدالت سان رابطو ڪري سگهي ٿي.

(ب) ٻارن جو خرچ پکو:

ٻارن جي قدرتي سرپرست پيءُ کي تسليم ڪيو ويو آهي ۽ ان لحاظ کان هو ٻارن جي خرچ پکي جو ذميدار به آهي. ٻارن جي خرچ

پڪي جي ذميداري ڇوڪرو هئڻ جي صورت ۾ ان جي بالغ ٿيڻ تائين ۽ ڇوڪري هئڻ جي صورت ۾ ان جي شادي تائين پيءُ جي مٿان آهي. اولاد بيشڪ ماءُ يا ڪنهن ٻئي مائٽ جي حوالي ڇو نه هجي پوءِ به ان جي گذران جي ذميواري پيءُ تي آهي، پوءِ ڀلي ماءُ ڪٽي ڇو نه انهن جو خرچ ڀرڻ جي قابل هجي.

خرچي:
گذران ڪانسواءِ مڙس پنهنجي زال کي خرچي ڏيڻ جو به ذميوار هوندو آهي. خرچي جو حوالو گهڻو ڪري نڪاح نامي ۾ هوندو آهي. ڪن حالتن ۾ ان لاءِ ڪي ڌار معاهدا به ڪيا ويندا آهن.

## انساني حقن جون ڀڃڪڙيون

ڪنهن به انساني حق جي ڀڃڪڙي يا عوامي مفاد مثلاً گندي پاڻي جي نيڪال، ناجائز ٽيڪس جي وصولي، تباهه ٿيل پارڪ، زهريلي يا نقصانڪار پاڻي، تباهه ٿيل اسڪول، دارالامان، يتيم خاني، معذورن جي اداري وغيره ۾ ٿيندڙ زيادتي خلاف ڊائريڪٽر هيومن رائيٽس (سيشن جج) وٽ درخواست داخل ڪري سگهجي ٿي يا آرٽيڪل 199 تحت پٽيشن داخل ڪري سگهجي ٿي يا ماحولياتي مسئلي لاءِ ماحولياتي ٽربيونل ۾ به ڪيس داخل ڪري سگهجي ٿو.

## ڪنهن ماڻهو جي اغوا يا گم ٿيڻ خلاف ڇا ڪجي

ڪنهن به ٻار يا ماڻهو کي ڪو سرڪاري ادارو يا ٻيو ڪو ماڻهو اغوا ڪري يا گم ڪري ته ان خلاف اغوا جي ايف آءِ آر به داخل ڪري سگهجي ٿي ۽ هاءِ ڪورٽ سگهوري يا سيشن ڪورٽ ۾ 491 (سي آر پي سي) تحت ڇاپي ۽ حاضري لاءِ درخواست به وجهي سگهجي ٿي. مئجسٽريٽ جي عدالت پڻ قلم 100 (سي آر پي سي) تحت ڪارروائي ڪري سگهي ٿي.

# ٻار ۽ زيادتيون

پاڪستان ۾ ٻار سماج ۽ رياست جي هٿان ڪئي قسمن جي تشدد ۽ استحصال جو شڪار ٿين ٿا. روڊن تي ٻارن کي پوليس ۽ معاشري هٿان زيادتين، اذيتن ايستائين جو موت کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. ڇوڪرن کي حڪومت يا ڪنهن قوم مخالف جماعتن (گروهن) يا نسلي ۽ فرقيورانہ جهيڙن ۾ حصو وٺڻ جي لاءِ ڀرتي ڪيو ٿو وڃي. ننڍي عمر جا ڇوڪرا جڏهن قانون جي خلاف ورزي جا مرتڪب ٿي ويندا آهن تہ انهن کي ڏوهہ ثابت ٿيڻ کان پوءِ جيترو عرصو سزا ڪاٽڻي آهي ان کان ڪيترا ڀيرا وڌيڪ عرصو ڪيس دوران گذري ويندو آهي. انهن کي هٿڪڙيون پارائي عدالت آندو ويندو آهي ۽ جيلن ۾ انهن کي اذيتون ڏنيون وڃن ٿيون۽ جنسي ڏاڍائي ڪئي وڃي ٿي. ڇهہ ست سالن جي عمر واريون ڇوڪريون گهريلو نوڪرياڻين طور ڪم ڪن ٿيون ۽ پاڻ کان ڪجهہ ئي ننڍي عمر جي ٻارن جي سار سنڀال ڪن ٿيون. ٻارن سان جنسي ڏاڍائي ۽ انهن جو استحصال ڪيو وڃي ٿو ۽ اهي وڏن جي حوس جو شڪار ٿين ٿا. يتيم ۽ لاوارث ٻار جن کي سرڪاري يا خانگي ادارن ۽ يتيم خانن جي حوالي ڪيو وڃي ٿو اهي عدم توجهہ ۽ ظلم جو شڪار ٿين ٿا ۽ ۽ افسوسناڪ حالتن ۾ زندگي گذارين ٿا. اسڪولن ۽ گهرن ۾ جسماني سزائون ٻارن تي تشدد جو عام طريقو آهن ۽ پاڪستان ۾ انهيءَ کي روايتن ۽ قانونن جائز تصور ڪيو وڃي ٿو.

ننڍي عمر وارن ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن کي اغوا ڪيو وڃي ٿو ۽ انن جي ڊوڙ ۾ حصو وٺڻ لاءِ ٻاهرين ملڪن ۾ اسمگل ڪيو ويندو آهي يا ملڪ اندر انهن کان سخت پورهيو ڪرايو ويندو آهي، جنهن ۾ گهريلو پورهيو ۽ جسم فروشي بہ شامل آهي. انهن کي جانورن وانگي وڪيو ۽ خريد ڪيو ويندو آهي. گهٽ عمر وارين ڇوڪرين کي شادي جي نالي وڪرو ڪيو ويندو آهي ۽ انهن جو جنسي استحصال بہ ڪيو وڃي ٿو. ثقافت ۽ ريتن رسمن/ رواجن جي نالي

۾ ٻارن جا حق غضب ڪيا وڃن ٿا ۽ انهن کان انهن جو نندپڻ، آزادي ۽ پنهنجي مرضي سان زندهہ رهڻ جو حق کسيو ويندو آهي. جنسي متيپيد ۽ رسم و رواج جو بہ ٻارن تي ٿيندڙ تشدد ۾ اهم ڪردار آهي. ڇوڪريون اڪثر جنسي ڏاڍائي، ننڍپڻ جي شادي، بدي وني ۽ غيرت جي نالي تي قتل ٿين ٿيون، جنسي ڏاڍائي يا جنسي استحصال جو شڪار بنجڻ تي هو بدنامي جو شڪار ٿي وينديون آهن ۽ سماج انهن کي ڇني ڌار ڪري ڇڏي ٿو. جسم فروشي جي اڏن تي جنم وٺندڙ ڇوڪرين وٽ انهيءَ ڪانسواءِ ٻيو ڪو رستو نہ هوندو آهي تہ هو بہ جسم فروشي وارو پيشو اختيار ڪن. ڇوڪرن کي بہ گهٽ ۾ گهٽ ڪري قانون وسيلي يا سماجي قدرن تحت ان قسم جو امتيازي ورتاءُ برداشت ڪرڻو ٿو پوي ۽ اهڙي قسم جي نظم و ضبط ۾ رهڻو ٿو پوي جتي ڇوڪرين سان ڳالهائڻ بہ ممنوع آهي يا خاندان اندر نظم و ضبط ظالماڻي انداز ۾ ٿيندو آهي. گهٽو ڪري انهن کي مردن، وڏن وڏن ڇوڪرن، پوليس، والدين ۽ عورتن جو تشدد جي خلاف گهٽ تحفظ ملندو آهي.

## ٻارن سان جنسي ڏاڍائي

ٻارن سان جنسي ڏاڍائي ۾ ڪئي قسمن جا طرزِ عمل مثلاً جنسي عضون تي هٿ ڦيرڻ، جنسي عمل ڪرڻ، زنا بالجبر، غيرفطري لاڳاپو، جنسي عضون جي نمائش، ۽ جسم فروشي ۽ فحاشي تي ٻڌل مواد ذريعي تجارتي مقصدن لاءِ استحصال شامل آهن.

جنسي تشدد ان وقت استحصال جي شڪل اختيار ڪري وٺندو آهي. جڏهن ٻيو ڪو ماڻهو ٻار کي جنسي عمل ۾ ملوث ڪري فائدو وٺندو آهي. ٻارن جي اسمگلنگ ان استحصال جو هڪ واضح مثال آهي، جنهن ۾ انساني اسمگلر معاشي فائدي لاءِ ٻارن کي جسم فروشي ۽ جنسي ڪم لاءِ ڀرتي ڪندا آهن. هڪ سروي مطابق تقريباً 70% سيڪڙو جنسي ڏاڍائي ڪرڻ وارا اهڙا ماڻهو هوندا آهن، جن کي ٻار سڃاڻندو آهي. جن تي والدين اعتماد ڪندا آهن ۽ جن کان توقع ڪئي ويندي آهي تہ اهي ٻار جو تحفظ ڪندا. ان ۾

خاندان جا فرد، مائٹ، خاندان جا دوست، استاد، اسڪولن جو عملو ۽ ٻيا ڄاڻ سڃاڻ وارا ماڻهو شامل هوندا آهن.
ٻارن سان ٿيندڙ جنسي ڏاڍاين جي واقعن جي رپورٽ مطابق پاڪستان ۾ روزانو گهٽ ۾ گهٽ چئن ٻارن سان جنسي ڏاڍائي ٿئي ٿي. حالانڪ حقيقي تعداد جو اندازو لڳائڻ ناممڪن آهي ڇو ته گهڻن واقعن جي رپورٽ نٿي ڪئي وڃي. اڪثر ٻار ٻيوسي جو شڪار هوندا آهن ۽ پاڻ سان ٿيندڙ جنسي ڏاڍائي جو ڪنهن کي ٻڌائي نه سگهندا آهن. خصوصن ان صورت ۾ ته انهي عمل ۾ خاندان جو ڪو فرد يا بااعتماد سڃاڻپ وارو ملوث هجي. اهڙي طرح اهو معاملو ماڻهن توي خاندان وارن کان به لڪل هوندو آهي ۽ ٻار اڪيلو ئي زيادتي/ ڏاڍائي برداشت ڪندو رهندو آهي.

### ننڍپڻ جي شادي:
ننڍپڻ جي شادي ٻارن کي تمام ننڍي عمر ۾ بالغن/ وڏن جهڙين ذميوارين ۽ سرگرمين ۾ ڌڪي ڇڏيندي آهي. اهڙي طرح انهن کي تعليم جي حق کان محروم ڪيو وڃي ٿو، انهن جي صحت کي خطرا لاحق هوندا آهن. انهن کان انهن جو ننڍپڻ کسيو وڃي ٿو ۽ اهي ڪيترين ئي جنسي بيمارين ۾ مبتلا ٿيڻ جي خطري ۾ هوندا آهن. اهڙي طرح انهن کان زندگي ۾ پنهنجي پسند جي فيصلي جو حق به کسيو وڃي ٿو.
ننڍپڻ جي شادي جو رواج مختلف علائقن ۾ مختلف آهي. اتر اولهه سرحدي صوبي جي گهڻن علائقن ۾ ڇوڪري سڀ کان وڏي ٻولي لڳائڻ واري کي وڪرو/ نيلام ڪئي ويندي آهي. اڪثر ڪٽنب پنهنجي گهٽ وسيلن ۽ وڏيڪ خرچن جي ڪري پنهنجي ننڍي عمر وارن ڇوڪرين جون شاديون ڪرائيندا آهن جيئن خاندان تان وزن لهي ۽ ڇوڪري جي قيمت ورتي وڃي. بدي جي شادين ۾ به ننڍپڻ ۾ شاديون ڪيون وينديون آهن. ان ۾ ٿيندڙ زال ۽ مڙس جي عمر ۽ رضامندي جي ڪا به اهميت نه هوندي آهي. ننڍي عمر جي شادي ڇوڪري جي بڪارت جي به ضمانت هوندي آهي ۽ ان ڳالهه جي به

۽ ڇوڪري جي شادي خاندان کان ٻاهر نه ٿي ٿي سگهي. پاڪستان جي ڪجهه علائقن ۾ ڇوڪري پاڪ ڪتاب نالي ڪئي ويندي آهي ته جيئن ملڪيت مان ان جو حصو خاندان کان ٻاهر نه هليو وڃي ۽ اهڙي طرح انهيءَ سان گڏ خاندان ڇوڪري کي بنا شادي ويهارڻ واري شرمندگي کان به بچي پئي ٿو.
ننڍپڻ جون شاديون خطرناڪ هونديون آهن. ننڍي عمر واريون زالون عام طور تي پنهنجي پوري شادي شده زندگي جي دوران ناخوش ۽ بيمار رهنديون آهن ۽ ڪيئين ننڍي عمر ۾ پيٽ سان ٿيڻ ۽ ٻار جي پيدائش دوران مري وينديون آهن. انهن جا ٻار به ڪمزور ۽ خوراڪ جي گهٽتائي جو شڪار هوندا آهن. ننڍي عمر واري زال مارڪٽ ۽ اذيتون برداشت ڪندي آهي ۽ ڪيئين ڀيرا ان کي وڪرو ڪيو وڃي ٿو، اسمگل ڪرايو وڃي ٿو يا ان کان جسم فروشي جو ڪم ورتو وڃي ٿو. ان سان نه رڳو هن جو وڏي عمر جو مڙس جنسي ڏاڍائي ڪندو آهي بلڪ خاندان جا ٻيا به فرد ڪافي ڀيرا انهيءَ ٻارڙي سان جنسي ڏاڍائي ڪندا آهن.

### جسماني سزائون

جسماني سزا ٻار جي طرز عمل کي درست ڪرڻ لاءِ جسماني طاقت جي استعمال جو نالو آهي. اڪثر بهاني طور نظم و ضبط جي غرض سان ذهني زيادتي يا بي عزتي کي به جسماني سزا ۾ شامل ڪيو ويو آهي. پاڪستان ۾ گهرن ۽ اسڪولن ٻنهي جڳهين تي ٻارن کي نظم و ضبط سيکارڻ لاءِ جسماني سزائن جو رواج بيحد عام آهي.
اسڪولن ۽ مدرسن ۾ استادن طرفان ٻارن کي جسماني سزائون ڏيڻ عام ڳالهه اهي. اڪثر ڪري ان سان ٻار شديد زخمي ٿي ويندا آهن، بلڪ مري به ويندا آهن، اسڪولن ۾ ٿيندڙ تشدد ۾ ڌمڪيون ڏيڻ، حراسان ڪرڻ، جنسي زيادتي ۽ استادن ۽ ساٿي شاگردن هٿان ٺوڪبازي شامل آهي.

گهر ٻارن لاءِ پناهه گاهه سمجهيو ويندو آهي پر سيئي ٻار گهر جي چوديواري ۾ محفوظ نه هوندا آهن. گهڻن ٻارن جا ماءُ پيءُ، ويڳا ماءُ پيءُ، وڏا ڀاءُ ڀيڻ يا ٻيا مائٽ دڙڪا، دابا، جهٽڪون يا ٻين جي سامهون بيعزتي طنز ۽ مارڪٽ ڪندا آهن. روڊن تي رهڻ وارن ٻارن ۾ گهڻا اهڙا آهن، جيڪي مارڪٽ جي ڪري پنهنجي گهران ڀڄا ۽ پوءِ ٻين قسمن جي تشدد ۾ ڦاسي پيا. جسماني سزائن جو ٻارَ جي جذباتي، جسماني، نفسياتي ۽ سماجي واڌ ويجهه تي اثر ٿئي ٿو. بدسلوڪي جو شڪار ٻار پنهنجي عزت نفس، خوداعتمادي ۽ پڙهائي ۾ دلچسپي وڃائي ويهي ٿو ۽ نفسياتي مسئلن مثال طور حراس ۽ خوف ۾ مبتلا ٿي وڃي ٿو. بدسلوڪي جو شڪار ٻار پنهنجي ڪاوڙ ۽ مايوسي ڪڍڻ لاءِ تشدد جي ڪمن ايستائين جو ڏوهن طرف به مائل ٿي وڃي ٿو. ٺڦڙ هڻڻ، ڪن ڇڪڻ، جنسي ڏاڍائي، گارگند، بي عزتي ۽ ٻارن کي تڪليفده انداز ۾ ويهاري ڇڏڻ سزا ڏيڻ جو عام طريقو آهي. مرغو ٺاهڻ، ڪرسي تي ويهارڻ وغيره ان جا مثال آهن. اندازي موجب 50% ٻار پنهنجي پرائمري تعليم مڪمل ڪرڻ کان پهرين ئي اسڪول ڇڏي ويندا آهن ۽ گهڻو ڪري جسماني سزائون اسڪول ڇڏڻ جو سبب ٻڌايون وڃن ٿيون.

## عدم توجهه يا بي ڌياني

عدم توجهه يا بي ڌياني ٻار جي زنده رهڻ جي حق، اعليٰ معيار جي صحت جي هجڻ، پلائي ۽ واڌ ويجهه کي خطري ۾ وجهي سگهي ٿي. حقيقت ۾ بي ڌياني ٻارَ جي خلاف هڪ پرتشدد عمل آهي. عدم توجهه جسماني، تعليمي يا ذهني به ٿي سگهي ٿي. جسماني بي ڌياني ۾ ٻار کي زندگي ۾ جن بنيادي ضرورتن کان محرومي جو مقابلو ڪرڻو پئي ٿو ان ۾ غذا، ڪپڙا ۽ رهائش جو نه هجڻ، صحت جي سار سنڀال کان انڪار يا ان ۾ دير، واسطو ختم ڪري گهر مان ڪڍي ڇڏڻ يا گهر ڇڏي ويندڙ ٻار کي واپس وٺڻ کان انڪار يا ٻار کي نقصان پهچڻ يا ڌڪ لڳڻ کان بچائڻ ۾

بي احتياطي شامل آهن. تعليمي عدم توجهہ يا بي ڌياني ۾ مائيٽن جو ٻار کي اسڪول ۾ داخل نہ ڪرائڻ يا ان جي اسڪولي سرگرمين ۾ مناسب مدد، نگراني يا رهنمائي نہ ڪرڻ شامل آهن.
پاڪستان ۾ ڇوڪريون خاص ڪري بي ڌياني جو شڪار هونديون آهن ڇو تہ گهڻا ئٽا والدين ڇوڪرن کي ترجيح ڏيندا آهن. ڇوڪرين کي پنهنجن ڀائرن جي ڀيٽ ۾ گهٽ کاڌو، گهٽ طبعي سار سنڀال، گهٽ شفقت ۽ تعليم جا موقعا گهٽ فراهم ڪيندا آهن. اهي گهر ۾ پنهنجن ننڍين ڀيڻن ڀائرن جي سار سنڀال ڪنديون آهن، ٻارڻ جو ڪاٺيون ميڙڻ يا پاڻي ڀرڻ لاءِ ميلن جوسفر ڪنديون آهن ۽ گهر جا ٻيا ڪم ڪار ڪنديون آهن جڏهن تہ انهن جا ڀائر پڙهائي ڪندا آهن. ڇوڪرين ڏانهن مسلسل بي ڌياني جو رويو انهن جي خود اعتمادي ۽ انهن ۾ پنهنجي قدر قيمت جو احساس ختم ڪري ڇڏيندو آهي ۽ ان جي پوري زندگي تي اثر انداز ٿئي ٿو. انهن لاءِ اهو تقريباً ناممڪن هوندو آهي تہ هو اٿي بيهن ۽ پنهنجا حق گهرن، ڇوڪرين ڏانهن عدم توجهي نہ رڳو هنن تي پر هنن جي ٻارن ۽ ٻارن جي ٻارن تي بہ اثر انداز ٿئي ٿي. هي ڳالهہ اهم آهي تہ انهيءَ غير محسوس تشدد جي باري ۾ خاموشي کي ٽوڙيو وڃي.
پاڪستانَ ۾ ٻارن تي تشدد کلي عام ڪيو وڃي ٿو پر اهڙن گهڻيا ڏوهہ ڪرڻ وارن جي خلاف جيڪي ٻارن کان محفوظ ماحول جو حق کسي وٺندا آهن. چاهي اهو گهر هجي، روڊ هجي يا يتيم خانو، تمام گهٽ ڀيرا ئي ڏوهہ ثابت ٿيو آهي. ان جي برعڪس، ڏاڍائي جي شڪار ٿيندڙ ٻار کي احساس جرم ۾ مبتلا ڪيو وڃي ٿو، بدنام ڪيو وڃي ٿو ۽ خوف ۽ خاموشي جي زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو وڃي ٿو. ٻارن تي تشدد جي صورتحال انتهائي افسوسناڪ آهي ۽ ان ڳالهہ جي فوري ضرورت آهي تہ عوام، سول سوسائٽي ۽ رياست جي اندر انهيءَ باري ۾ شعور ۾ اضافو ڪيو وڃي تہ اهي ٻارن کي معياري تعليم، صحت جون سهولتون مهيا ڪرڻ، ٻارن جي حقن ۽ زندگي جي تحفظ جي لاءِ قانون منظور ڪرائڻ، لاڳو ڪرڻ ۽ پاڪستان جي ٻارن لاءِ محفوظ صحتمندانہ

ماحول فراهم ڪرڻ جي سلسلي ۾ ذميدار آهن. واضح رهي ته Employment of Children ACT 1991 جي قلم 14 تحت ٻار کي منع ڪيل ڪمن تي لڳائيندڙ کي هڪ سال سزا ۽ 20 هزار ڏنڊ سزا ايندي. ان ڳالهه جي ضرورت آهي ته اسين ٻارن جي حقن جي ڪنوينشن جي آرٽيڪل 19 ۽ 37 تي عمل ڪريون، چائيلڊ ليبر خلاف 1999ع ۾ ٿيل جنيوا ڪنوينشن جي 16 آرٽيڪلن تحت ٻارن کي جسماني، نفسياتي ۽ جنسي پورهئي کان بچايون. ڪين خطرناڪ مشينري، ٽريفڪ، بجلي، ڊرينيج ۽ انڊرگرائونڊ پاڻي وارن ڪمن، وزن کڻڻ، ڪاٺين، تعمير سازي، ڪيميڪلن وارن ڪمن ۽ اونداهين راتين ۾ بند جاين وارين ذميدارين کان آجو رکون.

## پسند جي شادي

پسند جي شادي لاءِ ٻه ڪوشش ڪجي ته عورت ۽ مرد ٻنهي جي ماءُ پيءُ کي راضي ڪري سنڌن صلاح سان شادي ٿئي. نه ته ٻي صورت ۾ عورت سڄي زندگي خطري ۾ ۽ مڙس ۽ ساهرن جي رحم و ڪرم تي هوندي. پسند جي شادي جي صورت ۾ نڪاح نامو رجسٽرڊ ڪرائڻ سان گڏ ڪنهن ٻه مئجسٽريٽ صاحب جي ڪورٽ ۾ 164 (سي آر پي سي) تحت ڇوڪريءَ جو بيان ضرور رڪارڊ ڪرائجي ۽ ان بيان ۾ ڄاڻائجي ته ڇوڪريءَ کي اغوا ناهي ڪيو ويو، هو بالغ آهي ۽ غير شادي شده يا طلاق يافته آهي. ان جي باوجود جيڪڏهن ڇوڪريءَ جا مائٽ اغوا جو ڪيس داخل ڪن ته ان ايف آءِ آر کي رد ڪرائڻ لاءِ سيشن ڪورٽ ۾ 265-K يا هاءِ ڪورٽ سڳوري ۾ 561-A (سي آر پي سي) يا آرٽيڪل 199 تحت درخواست داخل ڪجي.

# ٻارن جي سرپرستيءَ ۽ پالڻ جو قانون 1890ع

هن ايڪٽ مطابق ٻارن جي نظرداري، سارسنڀال، سرپرستي ۽ ان جي ملڪيت سان لاڳاپيل مسئلن جي حل لاءِ لاڳاپيل عدالتن ۾ درخواست داخل ڪرڻي پوندي آهي.

ٻارن متعلق ان قانون جو بنيادي مقصد سندن پلائي ۽ بهتري لاءِ اهي سمورا انتظام ڪرڻ آهن، جيڪي ڪنهن به مذهب جي ٻار جي ذاتي قانون مطابق ڏنا ويا هجن. ٻارن متعلق انهن جي سرپرستي ۽ ملڪيت سان لاڳاپيل ڪيسن جو فيصلو ڪرڻ وقت ٻارن جي پلائي کي اهميت ڏني ويندي آهي ته جيئن ٻارن جي سرپرستي ۽ ملڪيت جي حقن جو بهتر طريقي سان تحفظ ڪري سگهجي.

سرپرستي سان لاڳاپيل عدالت جا اختيار:

هن ايڪٽ جي قلم 7 مطابق عدالت کي اختيار آهي ته هو ٻار جي سرپرستي ۽ ملڪيت جي فيصلي لاءِ حڪم جاري ڪري.

(1) جي عدالت ٻار جي ڀلي لاءِ مناسب سمجهي ٿي ته ڪو حڪم جاري ڪيو وڃي ته:

(الف) ٻار يا ان جي ملڪيت جو ڪنهن کي سرپرست ٿاهي سگهي ٿي.

(ب) ڪنهن ٻار جي سرپرست مقرر ڪرڻ لاءِ حڪم نامو جاري ڪري سگهي ٿي.

(1) ٻار جي تحويل جي تبديلي جڏهن اها عدالت جي حڪم کانسواءِ يا سرپرستي يا ڪنهن اختيار کان سواءِ ڪئي وئي هجي جي خلاف حڪم نامو جاري ڪري سگهي ٿي.

(2) جتي وصيت مطابق يا ڪنهن ٻئي ذريعي سان يا عدالت جي حڪم سان سرپرست (Guardian)مقرر ڪيو ويو هجي ته ان قلم تحت ٻيو سرپرست ان وقت تائين مقرر نه ڪيو ويندو جيستائين پهريون حڪم نامو ان ايڪٽ مطابق ختم نه ڪيو ويو هجي.

## ٻارن جي عارضي تحويل ۽ ملڪيت سان لاڳاپيل عدالت کي حاصل اختيار:

قلم 12 مطابق ڪورٽ کي اختيار آهي تہ هو ٻار جي عارضي طلبي، ٻار ۽ ملڪيت جي تحفظ لاءِ پنهنجا اختيار استعمال ڪري. عدالت کي اختيار آهي تہ هو ڪنهن بہ ماڻهو کي ان ٻار کي جيڪو ان جي تحويل ۾ آهي ڪنهن بہ وقت، ڪنهن بہ جڳهہ ۽ ڪنهن بہ سامهون پيش ڪرڻ يا ٻار کي ان جي عارضي تحويل ۾ ڏيڻ جو حڪم ڏئي سگهي ٿي ۽ ان ڪانسواءِ هو ٻار ۽ ٻار جي ملڪيت جي تحفظ لاءِ بہ حڪم جاري ڪري سگهي ٿي.

جي ٻار صنف نازڪ چوڪري (Female) هجي ۽ ان کي عام جاءِ تي آڻڻ لاءِ مجبور نہ ڪري سگهجي تہ ان لاءِ عدالت حڪم جاري ڪري سگهي ٿي:- تہ:

(الف) جي ٻار صنف نازڪ سان تعلق رکندڙ هجي تہ ان جي حاضري ان ملڪ جي رسم ۽ رواج ۽ طريقن مطابق ٿيندي.

ان قلم مطابق عدالت کي اهو اختيار حاصل نہ آهي تہ هو ڪنهن ٻارڙي کي اهڙي ماڻهو جي عارضي تحويل ۾ ڏي جو پاڻ کي ان جو سرپرست مڙس جي صورت ۾ ظاهر ڪري سواءِ ان جي تہ اهڙي ٻارڙي پهرين کان ئي ان جي تحويل ۾ هجي ۽ ان جي ماءُ پيءُ جي مرضي شامل هجي.

ان قلم مطابق ڪنهن ماڻهو کي اهو اختيار حاصل نہ آهي تہ هو ڪنهن اهڙي شخص کي بنان اختيار بي دخل ڪري جنهن کي نابالغ ٻار جي تحويل ۽ ملڪيت جي تحفظ جو اختيار ڏنو ويو هجي سواءِ ان جي جڏهن قانون مطابق ان جي اجازت ڏني وئي هجي.

قلم 12 مطابق ٻار جي عارضي تحويل ۽ قلم 25 مطابق مستقل تحويل لاءِ ڪيس داخل ڪرڻ جي صورت ۾ عدالت قلم 12 مطابق عارضي تحويل جيڪا ڪجهہ ڪلاڪن کان وٺي ڏينهن تائين

مشتمل ٿي سگهي ٿي لاءِ ٻار جي تحويل رکڻ واري ڌر کي هدايت جاري ڪندي آهي ته ٻار جي عارضي تحويل يا ملاقات لاءِ ٻار کي عدالت يا عدالت کان ٻاهر ڪنهن جڳهه ڪيس داخل ڪرڻ واري ڌر جي حوالي ڪري يا ملاقات ڪرائي.

مثال: جي ٻار پيءُ وٽ آهي ۽ ٻار جي ماءُ تحويل لاءِ ايڪٽ جي قلم 25 مطابق جيڪا مستقل تحويل متعلق آهي، عدالت ۾ درخواست داخل ڪري ٿي، ته ان کي قلم 12 تحت به عدالت ۾ درخواست گذار ٿيڻو پوندو آهي، جيڪا ٻار جي عارضي تحويل يا ملاقات لاءِ هوندي آهي. اهڙي صورت ۾ عدالت قلم 12 مطابق درخواست گذار کي يا سندس وڪيل کي ٻڌي ان ڳالهه جو پابند ڪري سگهي ٿي ته هو ٻار کي ماءُ جي عارضي تحويل ۾ ڏي يا ٻار جي ملاقات درخواست ڏيندڙ سان پابندي سان ڪرائيندو رهي. جيستائين قلم 25 جي مطابق ڪيس جو فيصلو نه ٿي وڃي،

ٻار متعلق سرپرستي جو حق يا استحقاق:

قلم 25 جيڪو ٻارن جي سرپرستي متعلق آهي موجب، جي ٻار پنهنجي سرپرست جي تحويل مان هليو وڃي يا انهيءَ کي سرپرست جي تحويل مان ڪنيو وڃي ۽ عدالت ان نتيجي تي پهچي ته ٻار جي بهتري لاءِ ضروري آهي ته ٻار جي تحويل ان جي سرپرست جي حوالي ڪئي وڃي ان لاءِ ٻار جي برآمدگي جي حڪم ڪانپوءِ ان جي تحويل ان جي سرپرست جي حوالي ڪئي ويندي آهي.

ٻارن جي سرپرستي ۽ سنڀال لاءِ مقرر ڪيل عدالت، ميجسٽريٽ پهرين (First class Magistrate) جا اختيار استعمال ڪندي ضابطہ فوجداري (Criminal Procedure Code) جي قلم 100 مطابق برآمدگي لاءِ حڪم جاري ڪري سگهي ٿي.

هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته ٻار يا ان جي ملڪيت جي فيصلي لاءِ عدالت جي نظر ۾ ٻار جي بهتري بنيادي اهميت رکندي آهي ۽

ان قانون مطابق جيڪو بہ فيصلو ڪيو ويندو آهي اهو ان بنيادي نقطي کي ذهن ۾ رکي ڪيو ويندو آهي.

هتي اهو بہ ٻڌائڻ ضروري آهي تہ گهڻو ڪري اهو تصور ڪيو ويندو آهي تہ پٽ 7 سالن تائين ڌيءُ قانونن ۽ شريعتن 16 سالن جي عمر يا سن بلوغت تائين ماءُ سان گڏ رهي سگهي ٿي ۽ اهو عرصو گذرڻ کانپوءِ سندن تحويل ماءُ کان پيءُ کي منتقل ٿيندي پر ان قانون مطابق ائين نہ آهي ڇاڪاڻ تہ جي ماءُ وٽ ٻارن جي پرورش بهتر نموني ٿي رهي آهي ۽ جي ماءُ ٻارن کي پيءُ جي مقابلي ۾ سٺي تعليم ۽ تربيت بهتر پالنا ۽ تحفظ ڏئي سگهي ٿي تہ اِن عمر کانپوءِ عدالت ٻار جي ڀلائي کي نظر ۾ رکندي ماءُ جي حق ۾ فيصلو ڪندي آهي. سواءِ ان جي تہ ماءُ جو ذاتي ڪردار يا گهر جو ماحول خراب هجي ٻار جي تعليم ۽ صحت کي خطرو هجي يا ٻار کي پيءُ طرفان جيڪو مذهب ورثي ۾ مليو هجي ان جي متاثر ٿيڻ جوخطرو هجي تہ اهڙي صورت ۾ فيصلو ماءُ جي خلاف بہ ٿي سگهي ٿو جي ماءُ پيءُ ٻئي ان لائق نہ هجن تہ اهي ٻار/ ٻارڙي جي بهتر پالنا ۽ واڌ ويجهہ ڪري سگهندا تہ سندن ٻارن جي تحويل انهن جي ويجهن مائٽن جهڙوڪ ڏاڏو، ڏاڏي، نانو، ناني، چاچو، مامون، پڦي، يا ماسي کي ڏئي سگهجي ٿي. پر ٻار جي ڀلائي کي اوليت ڏني ويندي آهي تہ ڇا ٻار جي تحويل انهن مائٽن کي ڏيڻ جي صورت ۾ ان جي بهتر پالنا ۽ تربيت ٿي سگهندي يا نہ.

## معاهدي (ايگريمينٽ) تي عمل ڪيئن ڪرائجي

ڪنهن بہ شخص يا ڌر سان ڪو بہ جائز ۽ قانوني معاهدو ڪرڻ جي صورت ۾ ان کي لکت ۾ آڻڻ انتهائي ضروري آهي. ساڳي ريت ڪنهن بہ خريداري ڪرڻ وقت ان جي رسيد وٺڻ ۽ ان تي ڄاڻايل شيءِ ۽ شرطن جا تفصيل ۽ خريدار جو نالو لکرائڻ انتهائي ضروري آهي. لکت ۾ ڪاغذ هئڻ جي صورت ۾ جيڪڏهن سامهون واري ڌر شرطن يا ذميدارين تان ڦري وڃي تہ ان تي عمل ڪرائڻ لاءِ سوٽ فار اسپيسفڪ پرفارمنس آف ڪانٽريڪٽ (SpRA-12) داخل ڪري سگهجي ٿو.

# ننڍي عمر وارن ٻارن لاءِ انصاف جو آرڊيننس 2000

ننڍي عمر وارن لاءِ نظامِ انصاف جو آرڊيننس (نمبر XXII) پهرين (Juvenile Justice system ordinance)جولاءِ 2000 تي جاري ڪيو ويو.
هي آرڊيننس ڏوهن جي ڪيس ۾ ملوث ٻارن جي حقن جو تحفظ ڪري ٿو ۽ ٻار دوست قانون جي فهرست ۾ هڪ اضافو آهي. ان کان پهرين وفاقيَ سطح تي انهيءَ سلسلي ۾ ڪا به قانون سازي موجود نہ هئي. صوبي سرحد ۽ بلوچستان ۾ هاڻي بہ قانون شڪني ۾ ملوث ننڍي عمر وارن جي باري ۾ ڪو بہ قانون موجود ڪونهي. جڏهن تہ پنجاب ۽ سنڌ ۾ اهڙا قانون صرف جزوي طور تي نافذ ڪيا ويا آهن.
ان ۾ ٻار جي تشريح ارڙهن سالن کان گهٽ عمر واري فرد طور ڪئي وئي آهي. اهڙي طرح صوبائي قانون ۾ موجود عمر جي حد جيڪا 15 کان 16 سال هئي ان ۾ اضافو ڪيو ويو آهي ۽ انهيءَ ابهام کي پري ڪيو ويو آهي جو پهرين موجود هو.
18 سال کان گهٽ عمر جي فردن کي سزاءِ موت ڏيڻ ممنوع قرار ڏنو ويو آهي.
هي آرڊيننس اهڙا رهنما اصول مهيا ڪري ٿو، جن کي ننڍي عمر وارن متعلق ڪارروائي کان اڳ هميشہ مد نظر رکڻ گهرجي.

گرفتاري ۽ ضمانت

گرفتار ڪيل ٻار جي سرپرست کي جيترو جلدي ممڪن ٿي سگهي ان جي گرفتاري جو وقت، تاريخ ۽ ننڍي عمر وارن جي ان عدالت جي باري ۾ اطلاع ڏيڻ گهرجي جتي ٻار کي پيش ڪيو ويندو (سيڪشن (a) (I) 10).

پروبيشن آفيسر کي بہ اطلاع ڏيڻ گهرجي تہ جيئن هو ٻار جي باري ۾ ضروري معلومات گڏ ڪري سگهي، جيڪا ننڍي عمر وارن جي عدالت لاءِ ڪارآمد ثابت (سيڪشن (b) (I) 10). ڪنهن ناقابل ضمانت ڏوهہ جي الزام ۾ گرفتار شده ٻار کي گرفتاري کان پوءِ 24 ڪلاڪن کان گهٽ عرصي ۾ ننڍي عمر وارن ٻارن جي عدالت جي سامهون پيش ڪرڻ گهرجي (سيڪشن (2) 10).

ڪنهن ضمانت جوڳي ڏوهہ ۾ گرفتار ٻار کي ننڍي عمر وارن جي عدالت کي ضمانت تي يا بنا ضمانت جي آزاد ڪرڻ گهرجي. آزاديءَ کان ان صورت ۾ انڪار ڪري سگهجي ٿو، جيڪڏهن ان ٻار جي سلامتي کي ڪو خطرو آهي. اهڙي صورت ۾ ٻار کي ڪنهن پروبيشن آفيسر يا ڪنهن مناسب شخص جي حوالي ڪري سگهجي ٿو. البتہ ڪنهن بہ صورت ۾ ٻار کي پوليس اسٽيشن ۾ رکي نہ ٿو سگهجي (سيڪشن (3) 10).

اهڙي صورت ۾ جڏهن ضمانت نہ ٿي ڏني وڃي تہ ٻار جي سرپرست متعلق ڄاڻ حاصل ڪرڻ گهرجي، جنهن کان پوءِ عدالت فوري طور تي ٻار کي ضمانت تي آزاد ڪري سگهي ٿي. (سيڪشن (10(4)).

15 سال کان گهٽ عمر واري ٻار کي، ڪنهن اهڙي ڏوهہ ۾ گرفتار ڪيو ويو هجي، جنهن جي سزا 10 سال قيد کان گهٽ هجي تہ قابل ضمانت ڏوهہ جو مجرم تصور ڪيو وڃڻ گهرجي. (سيڪشن (10(5)).

15 سال کان گهٽ عمر ٻار کي ممانعتي حراست جي قانون تحت يا فوجداري ضابطہ قانون مجريہ 1898 (نمبر 5) باب VIII جي تحت گرفتار نہ ٿو ڪري سگهجي. (سيڪشن (10(6)).

سواءِ اهڙي صورت جي جتي ڪيس ۾ جوابدار جي پنهنجي سببن ڪري دير هجي، زير حراست ٻار کي هيٺين صورتن ۾ ضمانت تي آزاد ڪرڻ گهرجي؛

جيڪڏهن هو اهڙي ڏوهہ ۾ ملوث هجي، جنهن جي سزا موت ٿي سگهي ٿي ۽ هو هڪ سال کان وڌيڪ مسلسل قيد ڪاٽي چڪو هجي ۽ ان جو ڪيس اڃا جاري هجي.
جيڪڏهن هو اهڙي ڏوهہ ۾ ملوث هجي جنهن جي سزا عمر قيد هجي ۽ هو 6 مهينن کان وڌيڪ قيد ڪاٽي چڪو هجي ۽ انهيءَ جو مقدمو اڃا جاري هجي.
جيڪڏهن هو ڪنهن اهڙي ڏوهہ ۾ ملوث آهي، جنهن جي سزا موت يا عمر قيد نہ هجي ۽ هو چار مهينن کان وڌيڪ سزا ڪاٽي چڪو هجي ۽ مقدمو اڃا جاري هجي.
اهڙي آزاديءَ کان ان صورت ۾ انڪار ڪري سگهجي ٿو: جيڪڏهن 15 سال يا ان کان وڌيڪ عمر جو ٻار ڪنهن سفاڪانہ/ خطرناڪ يا ڇرڪائيندڙ ڏوهہ ۾ ملوث هجي يا پهرين بہ ڪنهن اهڙي ڏوهہ جو مجرم قرار ڏنو ويو هجي جنهن جي سزا موت يا عمر قيد آهي.(سيڪشن ((7)10).

## ننڍي عمر وارن ٻارن جون عدالتون

آرڊيننس ۾ چيو ويو آهي تہ ننڍي عمر وارن جون عدالتون قائم ڪيون وڃن. جيڪي خاص طرح اهڙي ڪيسن هلائڻ جو اختيار رکنديون هجن، جنهن ۾ ڪو ٻار مجرم هجي. آرڊيننس جي نفاذ سان گڏ اهڙا تمام مقدما (ڪيس) جنهن ۾ ٻار ملوث هجن ننڍي عمر وارن جي عدالت ڏانهن منتقل ڪيا وڃن (سيڪشن ((4)(3)4).
جرم جي نشاندهي کان پوءِ عدالت کي ڪيس جو فيصلو 4 مهينن ۾ ڪرڻ گهرجي (قلم (6) 4).
ننڍي عمر وارن جون عدالتون صوبائي حڪومتون پنهنجي پنهنجي زير اختيار علائقن ۾ قائم ڪنديون. هاءِ ڪورٽ ننڍي عمر وارن جي عدالت جا اختيارات هيٺين عدالتن کي تفويض (منتقل) ڪري سگهي ٿي:

سيشن ڪورٽ
فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ

۽ اهڙن وڪيلن کي ننڍي عمر وارن جي عدالت جو پرزائيڊنگ آفيسر مقرر ڪري سگهي ٿي، جيڪي گهٽ ۾ گهٽ ستن سالن کان بار جا ميمبر هجن. (سيڪشن ((2)(1)4. حڪومت پنجاب پوري صوبي ۾ اسلام آباد ۾ نوٽيفڪيشن نمبر (14) So. (Judicial II 2 2000 بتاريخ 28 اپريل 2001ع جي ذريعي سينيئر سول ججن کي ننڍي عمر وارين جي عدالتن جا اختيارات منتقل ڪيا آهن ۽ سينيئر سول ججن کي انهن عدالتن جو سربراهه مقرر ڪيو ويو آهي.

صوبي سرحد ۾ پشاور هاءِ ڪورٽ نوٽيفڪيشن نمبر 44 بتاريخ 16 اپريل 2002 ذريعي ننڍي عمر وارن جي عدالت جا اختيارات ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن ججن کي منتقل ڪيا آهن.

صوبائي حڪومت چار ضلعن جن ۾ ڪوهاٽ، پشاور، مردان ۽ سوات شامل آهن ۾ ننڍي عمر وارن جون عدالتون قائم ڪرڻ جو فيصلو به ڪيو آهي.

سنڌ ۾ نوٽيفڪيشن نمبر VII(7SOJ/2001 (PP) بتاريخ 29 جون 2001 جي تحت ننڍي عمر وارن جون عدالتون قيام ۾ آيون ۽ انهيءَ تحت به ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ جج ۽ به جوڊيشل مئجسٽريٽ ڪراچي ڊويزن جي جوڊيشل ڪمپليڪس لاءِ مقرر ڪيا ويا ۽ ڪراچي جي هر ڊسٽرڪٽ ڪانسواءِ فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ کي ننڍي عمر وارن جي عدالتن جا پنهنجي متعلقه علائقن ۾ اختيار ڏنا ويا آهن.

حڪومت بلوچستان نوٽيفڪيشن نمبر 202/150/BHC بتاريخ 21 آگسٽ 2001 جي تحت ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج، ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن ججن ۽ جوڊيشنل مئجسٽريٽ (فرسٽ ڪلاس) کي ننڍي عمر وارن جي عدالتن جا اختيارات حوالي ڪيا آهن.

**قانوني مدد ۽ علاج جو حق:**

ڪنهن ڏوهه ۾ ملوث يا ان جو شڪار ٿيڻ وارو ٻار سرڪاري خرچ تي قانوني امداد حاصل ڪرڻ جو حق رکي ٿو ۽ ان کي گهٽ ۾ گهٽ پنج سال تجربو رکندڙ وڪيل مهيا ڪيو وڃڻ گهرجي.

(سيڪشن 03) جيڪڏهن ٻار ڪنهن جسماني يا ذهني مرضي ۾ مبتلا آهي تہ ان ڪي اسپتال موڪليو وڃڻ گهرجي ۽ سرڪاري خرچ تي ان جو علاج ڪرايو وڃڻ گهرجي. (سيڪشن (6(6)).

**رازداري جو حق:**

آرڊيننس ۾ ڪيسن ۾ ملوث ٻارن ڪي رازداري جو تحفظ ڏيڻ جي لاءِ ڪئي قسم جا حفاظتي قدم ڇاٽايا ويا آهن.

عام طور تي ننڍي عمر وارن ٻارن جي عدالت ڪي ضابطي ۾ ڏنل طريقي ڪار تي عمل ڪرڻو هوندو آهي. البتہ ان ڪي اهڙن ڏينهن ۾ ٻئي ڪنهن ڪيس جي شنوائي هلائڻ نہ گهرجي جنهن ڏينهن ڪنهن ٻار جي ڪيس جي شنوائي هجي.

ننڍي عمر وارن جي عدالت ۾ هيٺ ڏنل ماڻهن کانسواءِ ڪو ٻيو موجود نہ هجڻ گهرجي:

ننڍي عمر وارن جي عدالت جا رڪن ۽ آفيسر.

ڪيس جون ڌريون ۽ ڪارروائي سان تعلق رکندڙ ماڻهو.

ڪي اهڙا ماڻهو جن ڪي ننڍي عمر جي عدالت حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو هجي ۽

ٻار جا سرپرست

ننڍي عمر وارن جي عدالت ٻار جي مفاد خاطر ڪنهن بہ فرد ڪي عدالت کان ٻاهر رهڻ جي هدايت ڏئي سگهي ٿي ۽ جتي ٻار جي موجودگي ضروري نہ هجي اتي ٻار جي غير موجودگي ۾ بہ ڪيس جي ٻڌڻي جاري رکي سگهجي ٿي. (سيڪشن (5)(4)6).

اهڙا ڪيس جن ۾ ڪو ٻار ملوث هجي، ان جي اهڙي ڪارروائي جنهن سان ٻار جو نالو، ڏس، اسڪول يا ڪابي سڃاڻپ ظاهر ٿيندي هجي ڪنهن بہ صورت ۾ شايع نہ ٿي ڪري سگهجي سواءِ ان جي تہ سرڪاري طور تي ان جي اجازت ڏنل هجي ۽ نہ ئي ٻار متعلق معلومات شايع ڪئي ويندي (سيڪشن 8). ٻار جي ڪردار ۽ پس منظر جي باري ۾ پروبيشن آفيسر جي رپورٽ ڪي خفيہ تصور

ڪيو وڃڻ گھرجي. البته ھي رپورٽ ٻار يا ان جي سرپرستن ک
فراھم ڪئي وڃڻ گھرجي ته جيئن انھيءَ رپورٽ ۾ ڄاڻايل معامل
جي سلسلي ۾ ثبوت پيش ڪري سگھن. (سيڪشن 9).

**بالغن ۽ ٻارن جي گڏيل مقدمات جي جي منع:**
ڪنھن به ٻار کي ڪنھن بالغ فرد سان گڏ مجرم نه ٺھرائ
سگھجي ۽ نه ئي انھن تي گڏيل ڪيس ھلائي سگھجي ته
جيڪڏھن ڪنھن ٻار تي اھڙي ڏوھ جو الزام آھي جنھن ۾ ان ت
ڪنھن بالغ فرد سان گڏ ڪيس ھلائي سگھجي ٿو ته ٻار جي ڪيس
جي شنوائي الڳ ننڍي عمر وارن جي عدالت ۾ ھلائي وڃ
گھرجي (سيڪشن 5).

**نگراني تحت رھائي:**
ننڍي عمر وارن جي عدالت مان سزا ڪاٽيندڙ ٻارن کي:
ٻانڊ جي تحت، ضمانت سان گڏ، يا انھيءَ ڪانسواءِ نگراني تح
آزادي ڏئي سگھجي ٿي ۽ ان کي سرپرست يا ڪنھن ٻئي مناس
شخص جي نگراني ھيٺ ڏئي سگھجي ٿو. نگراني ھيٺ آزادي ج
ڪل عرصو ھن کي ملڻ واري قيد جي سزا جي ڪل عرصي کا
وڌيڪ نه ھجڻ گھرجي. (سيڪشن (a) 11).
ڪنھن اصلاحي اداري ۾ موڪلي سگھي ٿي، جتي ھو 18 سال ج
عمر تائين پھچڻ يا قيد جي سزا جو عرصو ختم ٿيڻ تائين جيڏ
پھرين ختم ٿئي، تائين رھي سگھي ٿو/ ٿي (سيڪشن (b) 11)
قيد يا زير نگراني آزادي جي عرصي ۾ ڪمي ڪري سگھجي ٿ
جيڪڏھن عدالت کي اطمينان ھجي ته وڌيڪ قيد يا زير نگران
آزادي غير ضروري آھي. (سيڪشن- (c)11).

**سزائون:**
آرڊيننس جي تحت ڪنھن ٻار کي: سزاءِ موت نه ٿي ٻڌائي سگھج
۽ اصلاحي اداري يا اھڙي ڪنھن ٻئي ماڻھو جي زير نگران
گذارڻ واري زير نگراني وقت دوران ان کان پورھيو نه ٿو وٺ
سگھجي.

ـڪٽيون يا پير ڪٽيون پارائي ڪو نہ ٽيون سگهجن، ۽ حراست
ران ڪنهن بہ وقت ڪا جسماني سزا نہ ٽي ڏئي سگهجي.
ت جيڪڏهن ڪنهن صورت ۾ ٻار جي حراست مان فرار ٿي
ڻ جو مناسب خدشو هجي تہ ان ڪي هٿڪڙيون پارائي سگهجن
ون. (سيڪشن 12)

لون:
ـ ڪي ڏوهي قرار ڏيڻ جي 30 ڏينهن اندر اپيل ڪرڻ جو حق
صل آهي. اهڙي طرح، صوبائي حڪومت يا ڪنهن ٻئي ڌر طرفان
ـ ڪي آزاد ڪرڻ خلاف اپيل 30 ڏينهن اندر داخل ڪري سگهجي
ي. (سيڪشن-13)

عدا:
وبائي حڪومت کي اهو اختيار ڏنو ويو آهي تہ انهيءَ آرڊيننس
، عمل درآمد جي لاءِ سرڪاري گزٽ ۾ نوٽيفڪيشن جي ذريعي
عدا جاري ڪري.
جاب اهو پهريون صوبو هو جنهن ننڍي عمر وارن جي لاءِ نظام
ـاف جي آرڊيننس جي قاعدي جو نوٽيفڪيشن نمبر SO (R&P)
10-38/85 vol بتاريخ 2 فيبروري 2002 جي ذريعي نافذ ڪيو.
جاب جا قاعدا وڪيلن جي هڪ پينل جي سيشن جج ذريعي ٺهڻ
ـ مطالبو ڪن ٿا. جنهن جو مقصد حڪومت جي خرچ تي ننڍي
ر وارن ڪي قانوني امداد فراهم ڪرڻ آهي. انهن جي وڪيلن
، ٻن ڪان وڌيڪ ڪيسن ۾ هڪ ئي وقت مقرر نہ ٿو ڪري
گهجي ۽ انهن کي 5000 کان گهٽ ۽ 10000 کان وڌيڪ رقم ادا نہ
ئي ويندي. اهي قاعدا ان ڪانسواءِ ننڍي عمر وارن جي لاءِ هڪ
ل ۽ هڪ اصلاحي اسڪول جو گهٽ ۾ گهٽ هر ڊسٽرڪٽ جي
لح تي سڄي صوبي ۾ قيام جو ذڪر ڪن ٿا.
چستان ٻيو صوبو هو جنهن هي قاعدا نوٽيفڪيشن نمبر So
365-2001/ 5(18) (Judicial) بتاريخ 26 فيبروري 2002ع تي نافذ

ڪيا. چئني صوبن ۾ صرف بلوچستان جي قاعدي ۾ ننڍي عمر وارن کي پيرول جي سهوليت مهيا ڪئي وئي آهي. انهيءَ کان سواءِ هي قاعدا ڪٿ جي سهولت ڪانسواءِ ٻيون سهولتون جن ۾ سنئو ڪاڏو ۽ سزا ڪاڏل ننڍي عمر وارن قيدين سان گڏ ملڻ جلڻ جو موقعو فراهم ڪن ٿا. هي انهيءَ ڪانسواءِ صوبائي سيڪريٽري قانون کي انهيءَ ڳالهه جو پابند بڻائين ٿا ته هو صوبي ۾ قائم ننڍي عمر وارن جي جيلن ۾ معائنو ڪري ۽ ان ڳالهه جو اطمينان ڪري ته ننڍي عمر وارن جي نظام انصاف جي آرڊيننس ۽ قاعدن تي مناسب عمل ٿئي پيو يا نه.

حڪومت صوبو سرحد انهيءَ قاعدي کي نوٽيفڪيشن نمبر SO (Prison)HD/4-63/2002 بتاريخ 9 مئي 2002 ذريعي نافذ ڪيو.

حڪومت سنڌ انهيءَ قاعدي کي نوٽيفڪيشن نمبر (7) VIII SOJ/2000 بتاريخ 27 مئي 2002 تي نافذ ڪيو. صوبي سنڌ جي لاءِ ناهيل قاعدا شايد سڀ کان وڌيڪ جامع آهن ۽ انهن سمورن پاسن کي ڪٽن ٿا جن جي متعلق ٻئي صوبن جي قاعدن ۾ بحث ڪو نه ڪيو ويو آهي. جيئن قاعدي نمبر 20 ۾ حڪومت جي خرچ تي نه صرف ڪاڏو فراهم ڪرڻ بلڪه ڪاڏي جي فهرست به فراهم ڪرڻ جو ذڪر ڪيو ويو آهي. قاعدو نمبر 21 قيدين کي عدالتن ۾ وٺي وڃڻ جي متعلق آهي. جڏهن ته قاعدو نمبر 22 حڪومت جي خرچ تي قيدين کي اسپتال وٺي وڃڻ متعلق آهي.

اسلام آباد ۾ اجا تائين اهي قاعدا رائج ڪو نه ڪيا ويا آهن.

---

**رشوت گهرندڙ يا پئسن لاءِ تنگ ڪندڙ**

**سرڪاري ملازم خلاف ڪارروائي**

ڪو به سرڪاري ملازم، پوليس وارو، ايجنسي وارو يا ڪنهن کاتي جو ملازم ڪنهن جائز ڪم ڪرڻ لاءِ رشوت گهري يا ناجائز دٻاءُ وجهي، پيو گهري ته ان خلاف اينٽي ڪرپشن ۾ ايف آءِ آر ڪٽرائي سگهجي ٿي. پر جي اينٽي ڪرپشن پوليس FIR داخل نه ڪري ته اينٽي ڪرپشن ڪورٽ ۾ سڌو فرياد قلم 200/ 190 (سي آر پي سي) تحت داخل ڪري سگهجي ٿو. ساڳي ريت ڪنهن وفاقي اداري جي ملازم خلاف وفاقي اينٽي ڪرپشن يا ايف آءِ اي وٽ فرياد داخل ڪري سگهجي ٿو.

# عورتن سان متڀيد جي خاتمي
# جو عالمي پڌرنامو

قلم 1: عورتن خلاف متڀيد وارو سلوڪ جنهن هيٺ انهن جي حقن کي تسلم ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ يا دٻائڻ تہ هو مردن جي برابر نہ آهن، بنيادي طور ناانصافيءَ وارو عمل آهي. ان کي انساني غظمت جي خلاف ڏوهہ سمجهيو ويندو.

قلم 2:

سڀ موزون اپاءَ ورتا ويندا تہ موجوده اهڙن قانون، روايتن، قاعدن ۽ هلتن کي ٽوڙيو وڃي. جيڪي عورتن ڏانهن امتيازي سلوڪ برقرار رکن ٿا ۽ خاص طرح مردن ۽ عورتن جي برابر حقن لاءِ پورو قانوني تحفظ فراهم ڪيو ويندو.

(الف) برابريءَ وارن حقن جو أصول يا تہ دستور ۾ شامل ڪيو ويندو يا قانوني طور ان جي ضمانت ڏني ويندي.

(ب) گڏيل قومن جا ادارا ۽ خصوصي ايجنسيون جيڪي عورتن جي ان امتياز واري سلوڪ خلاف پڌرناما ڪنديون انهن کي بحال ڪرايو ويندو يا انهن کي پوري نموني ۾ عمل ۾ آندو ويندو، جيتري حد تائين هو عمل جي قابل آهن.

قلم 3:

سڀ موزون اپاءَ ورتا ويندا ۽ عورتن کي ان جي پڪ ڏياري ويندي نہ هو مردن سان برابريءَ وارن شرطن تي بنا ڪنهن متڀيد جي؛

(الف) چونڊن ۾ ووٽ جو حق رکنديون ۽ چونڊ وڙهڻ لاءِ پڻ اهل قرار ڏنيون وينديون. انهن عوامي منتخب ادارن ۾ چونڊجي سگهنديون.

(ب) سڀني عوامي ريفرنڊمز ۾ ووٽ جو حق استعمال ڪنديون.

(ت) انهن کي حق حاصل هوندو تہ هو عوامي عهدو حاصل ڪن ۽ عوامي ذميواريون پڻ سنڀالين.

نهن حقن جي ضمانت ملڪ جو قانون فراهم ڪندو.

قلم 5:

عورتن کي اوترو ئي حق هوندو جيترو مردن کي ته هو پنهنجي قوميت حاصل ڪري سگهنديون. تبديل ڪري سگهنديون يا اهي ساڳي قوميت برقرار رکي سگهنديون. ڪنهن مرد سان به شادي هن عورت جي قوميت تي اثر انداز انهيءَ طرح نه ٿيندي ته هن کي ڪنهن رياست مان بي دخل ڪيو وڃي يا هن تبي هن جي مڙس جي قوميت زوري مڙهي وڃي.

قلم 6:

انهيءَ تعصب کان سواءِ ته ڪنهن به ڪٽنب جو ايڪو ۽ هم خيالي متاثر ٿئي، ڇاڪاڻ ته سماج جو اهو پهريون ضروري يونٽ آهي، باقي سڀ مناسب اپاءَ خاص طور تي قانوني اپاءَ ورتا ويندا، جيئن عورت کي يقين ڏياريو وڃي ته هوءَ شادي شده هجي يا غير شادي شده ان کي مردن جي برابر حق ڏنا ويندا. خاص طور تي ملڪي قانون واري ميدان ۾ پڻ حق مهيا ڪيا ويندا.

(الف) انهن کي اهو حق هوندو ته هو ملڪيت حاصل ڪن. ملڪيت جو انتظام ڪن انهن کي ماڻن، ڇڏي ڏين يا ورثي ۾ ملڪيت حاصل ڪن. ان ملڪيت سميت جيڪا هو شاديءَ ۾ حاصل ڪن ٿيون.

(ب) قانوني حيثيت ۾ هڪ جهڙائيءَ وارو حق ۽ ان کي استعمال ڪرڻ جو حق.

(ٿ) مردن جهڙا اهي حق جيڪي ماڻهن جي چرپر واري قانون سان نهڪن ٿا.

(i) اهڙا سڀ اپاءَ ورتا ويندا، جنهن جي ذريعي مڙس ۽ زال جي بيهڪ جي هڪ جهڙائيءَ واري اصول جو يقين ڏياريو وڃي ۽ خاص ڪري.

(الف) عورتن کي مردن جهڙي آزادي هوندي ته هو پنهنجي مرضيءَ سان مڙس جي چونڊ ڪري ۽ ڪنهن به شاديءَ ۾ پنهنجي پوري مرضيءَ سان داخل ٿئي.

(ب) شاديءَ دوران يا ان جي ٽوڙڻ لاءِ عورتن کي مردن جهڙا ئي جيترا حق ميسر هوندا، پر هر حالت ۾ ٻارن جي مفادن کي اوليت ڏني ويندي.

(ت) ماءُ پيءُ / والدين کي پنهنجن ٻارن جي پرگهور واري معاملي متعلق هڪ جيترا ئي هڪ جهڙا حق ۽ فرض هوندا، پر هر حالت ۾ ٻارن جي مفادن کي اوليت هوندي.

(ii) ننڍڙن ٻارن جي شادي ۽ ننڍي عمر جي ڇوڪرين کي بلوغت کان پهريائين جنسي استعمال ۾ آڻڻ جي روڪ هوندي ۽ ان لاءِ موثر قدم قانوني نقطن سان اڳڏوگڏ کنيو ويندو ته شاديءَ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ عمر ظاهر ڪرڻي هوندي ۽ شادين جي داخلا سرڪاري آفيس ۾ ضروري قرار ڏني ويندي.

قلم 7:

انهن سڀني قانونن جا نهراءِ جيڪي عورتن جي امتياز واري سلوڪ کي دستوري ڻاهن انهن کي تبديل ڪيو ويندو.

قلم 8:

اهي سڀ موزون قدم / اُپاءَ ورتا ويندا. جن هيٺ ڇوڪرين ۽ عورتن کي ضمانت / يقين ڏياريو وڃي ته هو چاهي شادي شده هجن يا غير شادي شده، هنن کي مردن جي برابر تعليم جو هر سطح تي حق آهي ۽ خاص ڪري.

(الف) هنن کي هڪجهڙيون حالتون ميسر ڪيون وينديون، جنهن سان هو هر قسم جي تعليمي ادارن، جنهن ۾ يونيورسٽيون، پروفيشنل ڊگري واريون يا ٽيڪنيڪي ۽ ڊگري وارا اسڪول به شامل آهن، انهن ۾ تعليم حاصل ڪري سگهن ٿيون.

(ب) ساڳئي قسم جي چونڊ جو حق ته هُو ڪن به سرگرمين ۾ حصو وٺن، ساڳيا امتحان پاس ڪن ۽ ساڳئي معيار وارن استادن وٽ پڙهن. ساڳئي اسڪول جي حدن اندر پڙهن، ساڳئي قسم جون شيون استعمال ڪن چاهي انهن ادارن ۾ گڏيل تعليم وارو نظام هجي يا نه.

(ث) انهن کي هڪجيترا موقعا ڏنا ويندا تہ هو اسڪالرشپن مان فائدا وٺن يا پڙهڻ لاءِ ٻيون سهولتون حاصل ڪن.
(د) هڪ جيترا موقعا تہ هو تعليم جاري رکڻ لاءِ اهڙن پروگرامن ۾ حصو وٺن، جنهن ۾ تعليم بالغان وارو پروگرام بہ شامل آهي.
(ع) انهن کي تعليمي ڄاڻ جو حق هوندو تہ جيئن هو ڪٽنب جي صحت ۽ خوشحاليءَ لاءِ ضامن ٿين.
قلم 9:
(i) اهي سڀ موزون اپاءَ ورتا ويندا تہ جيئن عورتن کي پڪ ڏيارجي تہ هو شادي شده هجن يا غير شادي شده. ڪين مردن سان برابريءَ جي بنياد تي اقتصادي ۽ سماجي ميدان ۾ ڪلهوڪلهي سان ملائي هلڻ جو حق هوندو خاص طور تي:
(الف) اهو حق جيڪو بنا ان امتياز جي هوندو تہ هو شاديءَ جي بندڻ ۾ ٻڌل آهن يا ٻئي ڪنهن سبب هيٺ هو پروفيشنل سکيا حاصل ڪري سگهنديون، هو ڪم ڪري سگهنديون پنهنجي چونڊ جي حساب سان ڪو بہ ڌنڌو يا نوڪري حاصل ڪنديون ۽ ڪنهن بہ ڌنڌي يا لياقت واري ڌنڌي ۾ اڳيرو ٿي سگهنديون.
(ب) هڪ جيترو ڪم ۽ هڪ جهڙي قدرن وارو مردن جي برابري وارو اُجورو ۽ هلت ۾ برابري وٺنديون.
(ث) پگهار سان گڏ موڪل جو حق، رٽائرمينٽ وارا خاص حق ۽ بيروزگاري، بيماري، وڏي عمر يا ٻئي ڪنهن سبب جي ڪري ڪم جي نااهلي واري حالت ۾ تحفظ جو حق رکن ٿيون.
(د) مردن جي برابر فيملي الائونس حاصل ڪرڻ جو حق.
(ii) عورتن کي متڀيد واري سلوڪ کان بچائڻ لاءِ جيڪو هنن سان شادي يا قرب واري بنياد تي روا رکيو وڃي ٿو ۽ انهن کي ڪم ڪرڻ واري موثر حق جي ضمانت ڏيڻ لاءِ اهڙا اپاءَ ورتا ويندا تہ جيئن هن جي پيٽ واري وقت ۾ شاديءَ وقت نوڪريءَ مان ڪڍڻ جو بچاءُ ڪيو وڃي ۽ هنن کي پيٽ هئڻ دوران پگهار سميت موڪل مهيا ڪري ڏني وڃي پر انهيءَ ضمانت ڪان پوءِ تہ هوءَ پنهنجي پراڻي نوڪريءَ تي واپس

ايندي ۽ ضروري سماجي خدمتون جنهن ۾ ٻارن جي سار سنڀال شامل هوندي، انجام ڏيندي.

(iii) اهڙا اپاءُ ورتا ويندا جنهن ۾ عورتن کي ڪجهه ڪمن ڪرڻ کان روڪڻ جيڪي هنن جي جسماني فطرت جي خلاف هوندا ته انهن کي امتيازي سلوڪ نه سمجهيو ويندو.

قلم 10:

(i) عورتن ۽ مردن جي هڪ جهڙائيءَ وارن حقن وارو اُصول اهو گهر ڪري ٿو ته انهن کي سيني رياستن ۾ گڏيل قومن جي چارٽر ۾ انساني حقن جي سڀني ڪائنات واري پڌرنامي مطابق نافذ ڪرڻ گهرجي.

(ii) سرڪاري يا غير سرڪاري تنظيمن ۽ فردن تي زور ڏنو وڃي ٿو ته پنهنجي حيثيت آهر هن پڌرنامي ۾ جيڪي اُصول شامل آهن انهن تي عمل ڪرائڻ جي ڪوشش ورتي وڃي.

(iii) (جنرل اسيمبلي UNO 7 نومبر 1967)

## سرڪاري ملازم کي نوڪري تان هٽائڻ جو آرڊيننس

رموول فرام سروس آرڊيننس 2000 تحت ڪنهن به سرڪاري ملازم کي مس ڪنڊڪٽ يعني ضابطن جي ڀڃڪڙي، اختيارن جي ناجائز استعمال، غيرقانوني مالي مفاد حاصل ڪرڻ، رشوت وٺڻ، ڪارڪردگي ۾ نااهل هئڻ، ملڪي سيڪيورٽي خلاف سرگرم هئڻ، آمدني کان وڌيڪ آسائشي زندگي گذارڻ تي ڪامپيٽنٽ اختياريون انڪوائري ڪرڻ کان پوءِ قلم 5 تحت جبري رٽائر يا نوڪري مان سسپينڊ يا برطرف ڪري سگهن ٿيون يا سنڌس گريڊ گهٽائي سگهن ٿيون. پر اهڙي قلم کڻڻ کان اڳ ڪيس سبب ٻڌائي 15 ڏينهن لاءِ شوڪاز نوٽيس ڏنو ويندو. اهڙي فيصلي خلاف 15 ڏينهن ۾ اعلىٰ اختيارين وٽ اپيل (Representation) ڪري سگهجي ٿي. قلم 9 تحت فائنل آرڊر کان پوءِ ملازم 30 ڏينهن اندر سروس ٽريبونل ۾ اپيل داخل ڪري سگهي ٿو

# عورتن جي تحفظ (Protection of Women)تحت آيل ڪجهہ ترميمون (2006)

هن ايڪٽ ذريعي عورتن جي تحفظ لاءِ پاڪستان پينل ڪوڊ (PPC) ۽ ڪوڊ آف ڪرمنل پروسيجر (CrPC) ۽ ٻين قانونن ۾ ڪي اضافا ۽ ترميمون ڪيون ويون جن مان اهم هي آهن:

قلم 365-B پاڪستان پينل ڪوڊ: اغوا ڪرڻ يا ڪنهن بہ عورت کي ان جي مرضي جي خلاف شادي لاءِ مجبور ڪري ڪٽي وڃڻ:

ڪو بہ شخص جيڪڏهن ڪنهن بہ عورت کي اغوا ڪندو ان ارادي سان تہ هوءَ مجبور ڪئي ويندي يا ان ڳالهہ جوعلم هوندو تہ امڪانن ان کي پنهنجي مرضي جي خلاف شادي لاءِ مجبور ڪيو ويندو يا ان لاءِ تہ ان عورت کي آياريو ويندو يا زبردستي جنسي تعلق جو نشانو بڻايو ويندو تہ اهڙي ڏوهہ جي صورت ۾ عمرقيد ۽ ڏنڊ جي سزا ڏني ويندي.

۽ ڪو بہ شخص ان ڏوهہ جي ارادي سان ڌمڪائي يا پنهنجي اختيارن جو غلط استعمال ڪندي، يا ڪنهن ٻي جبر جي طريقي سان ڪنهن عورت کي ان ڳالهہ تي پڙڪائيندو تہ هو ڪنهن جڳهہ تان وڃي ان ڳالهہ جو علم هوندي بہ تہ ان عورت کي آياريو ويندو يا ناجائز جنسي لاڳاپي جو نشانو بڻايو ويندو تہ اهو بہ مٿي ڄاڻايل ساڳي سزا لائق هوندو.

قلم 367-A پاڪستان پينل ڪوڊ: اغوا ڪرڻ يا ڪنهن بہ شخص کي ان ارادي سان ڪٽي وڃڻ تہ ان سان غير فطري عمل وسيلي جنسي ڏاڍ ڪيو ويندو.

ڪو بہ شخص جيڪڏهن ڪنهن کي ان ارادي سان اغوا ڪري ويندو تہ ان کي غير فطري حوس جو نشانو بڻايو ويندو يا امڪان ڄاڻندي تہ ڪنهن ٻي لاءِ ان شخص جي زندگي غير فطري حوس جي خطري ۾ پوندي تہ ان کي موت جي سزا يا 25 سال قيد سخت پورهئي سان ۽ ڏنڊ جي سزا ڏئي سگهجي ٿي.

قلم (A) 371 پاڪستان پينل ڪوڊ: ڪنهن به شخص جو بدڪاري جي مقصد لاءِ وڪرو ڪرڻ: ڪو به شخص ڪنهن به ٻئي شخص جو وڪرو ڪندو يا ڪنهن کي ڪرائي (پاڙي) تي ڏيندو يا ڪنهن به ٻئي شخص جي حوالي ڪندو ان ارادي سان ته ان کي بدڪاري يا ناجائز جنسي عمل يا ڪنهن غير اخلاقي غير قانوني ڌنڌي لاءِ استعمال ڪيو ويندو يا خبر هوندي ته ان جو گهٽ امڪان آهي ته هو ان لاءِ استعمال ڪيو ويندو ته ان شخص کي 25 سالن تائين قيد ۽ ڏنڊ جي سزا ڏئي سگهجي ٿي.

قلم (B) 371 (PPC) بدڪاري لاءِ ڪنهن به شخص جي خريداري ڪرڻ: ڪو به شخص جيڪڏهن ڪنهن ٻئي شخص کي خريد ڪري ٿو، پاڙي تي وٺي ٿو يا حاصل ڪري ٿو ان ارادي سان ته ڪهڙي به وقت ان شخص کي بدڪاري، ناجائز جنسي عمل، ڪنهن غير قانوني ۽ غير اخلاقي مقصد لاءِ ڌنڌو ڪرائي يا ستعمال ڪري سگهجي ٿو، يا اهو ڄاڻندي به ته ائين ٿيندو اهو عمل ڪري ٿو ته ان کي 25 سال سزا ۽ ڏنڊ جي سزا ڏئي سگهجي ٿي.

قلم 375 (پاڪستان پينل ڪوڊ) زنا: ڪنهن به ماڻهوءَ کي ان وقت زنا ڪندڙ چئي سگهبو جڏهن هن ڪنهن عورت سان هيٺين پنجن صورتن ۾ ڪو به جنسي عمل ڪيو هجي:

1. ان عورت جي مرضي جي خلاف
2. ان جي راضپي کان سواءِ
3. ان جي راضپي سان پر جڏهن ان کي موت جي خوف يا ڪنهن زخم رسائڻ جي خوف ۾ مبتلا ڪري راضي ڪيو ويو هجي.
4. ان عورت جي راضپي سان، پر جڏهن ان شخص کي خبر به هجي ته ان عورت جي شادي ساڻس ناهي ٿيل ۽ عورت صرف ان ڪري راضي آهي ته ان کي يقين آهي ته هي اهو شخص آهي،جنهن سان ان جي شادي ٿيل آهي.
5. ڪنهن عورت جي راضپي سان يا سندس راضپي کانسواءِ جڏهن ان عورت جي عمر 16 سالن کان گهٽ هجي.

لمر PPC(376) .1 ڪو بہ شخص زنا ڪندو تہ ان کي موت جي سزا
ا اهڙي سزا ايندي جيڪا 10 سالن کان گهٽ ۽ 25 سالن کان وڌيڪ
، هوندي ۽ ان سان گڏ ڏنڊ جي سزا پڻ ڏني ويندي.
. جڏهن زنا ٻن يا ٻن کان وڌيڪ ماڻهن گڏجي گڏيل ارادي جي
ڪميل لاءِ ڪيو هجي تہ انهن مان هر هڪ کي موت جي سزا يا
مر قيد جي سزا ڏبي.
لمر 493-A (PPC) مرد جيڪو دوکي سان ڪنهن عورت سان
مبستري ڪري قانوني طور تي شادي هجڻ جو ويساهہ ڏياري:
ر اهو شخص جو ٺڳيءَ سان ڪنهن اهڙي عورت کي جنهن سان
انوني طور تي ان جي شادي نہ ٿيل آهي اهو يقين ڏياري
مبستري ڪري تہ هو ان عورت سان قانوني طور تي شادي ڪري
ڪو آهي تہ ان کي 25 سالن جي قيد ۽ ڏنڊ جي سزا ايندي.
496 پي پي سي، ڪنهن بہ عورت کي لالچائڻ، وٺي وڃڻ يا ڏوهہ
ي ارادي سان پنهنجي قيد ۾ رکڻ:
ڪو بہ فرد ڪنهن عورت کي ان ارادي سان لالچائي يا قيد رکي يا
ڪائي تہ اها ڪنهن بہ فرد سان ناجائز جنسي تعلقي رکي تہ ان کي
ستن سالن تائين سزا ۽ ان سان گڏوگڏ جرماني جي سزا ڏني
يندي.

496-ا ناجائز هم بستري: (1) هڪ مرد ۽ عورت غير شادي شده
جڻ جي باوجود جيڪڏهن پنهنجي مرضي سان ناجائز هم بستري
ڪن تا تہ اها فورنيڪيشن هوندي.
. جيڪو بہ فرد جيڪڏهن ناجائز هم بستري (Fornication) ڪري ٿو
، ان کي پنجن سالن تائين قيد ۽ ان سان گڏوگڏ ڏنڊ جيڪو ڏهن
زارن کان وڌيڪ نہ هوندو جي سزا ايندي.

496 ڪنهن جي مٿان ناجائز هم بستري (Fornication) جو الزام
هڻڻ:
ڪو بہ فرد ڪنهن تي ناجائز هم بستري ڪرڻ جو ڪوڙو الزام آڻي
ا هڻي يا اهڙي ڪوڙي شاهدي ڪنهن جي خلاف ڏي تہ ان کي

پنجن سالن تائين سزا ۽ گڏوگڏ ڏهن هزارن تائين جو ڏنڊ وڌو ويندو بشرطيڪ ڪورٽ جو پرزائيڊنگ آفيسر قلم 203 (c) سي آر پي سي 1898 جو فرياد رد ڪري ۽ پوءِ جوابدار کي اهو موقعو ڏئي تہ هو (الزام هٽڻ جو) سبب ٻڌائي ۽ جيڪڏهن مطمئن ٿي تہ ان قلم (496-C) جو ڏوهہ ٿيو آهي تہ ان کانپوءِ ڪنهن ٻئي ثبوت جي ضرورت نہ هوندي ان کي سزا ڏني ويندي.

203-A (ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ) زنا جي ڏوهہ ۾ فرياد:
(I) ڪا بہ ڪورٽ قلم 5 حدود آرڊيننس (vii 1979) جي تحت زنا جي ڏوهہ کي نہ ٻڌندي سواءِ ان جي تہ ان ڏوهہ جو سڌو فرياد اتان جي حد واري ڪورٽ ۾ داخل ڪيو وڃي.
(2) ڪورٽ سڳوري جو پرزائيڊنگ آفيسر ان فرياد تي ڪاگنيزنس وٺڻ شرط پهريائين فريادي ۽ گهٽ ۾ گهٽ چئن مسلم، بالغ، مرد اکين ڏٺل شاهدن جو حلفيہ بيان وٺندو جن جي باري ۾ ڪورٽ سڳوري مطمئن هوندي تہ هنن جي شاهدي تزڪيہ الشهود تحط معياري آهي. ۽ اهي سچا ماڻهو آهن ۽ گناهہ ڪبيره ۾ ملوث نہ آهن ۽ اهي دخل جا شاهد آهن ۽ جيڪڏهن ڏوهي غير مسلم آهي تہ شاهد بہ غِر مسلم ٿي سگهنداَ.

203 B (ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ) قضف جي ڪيس ۾ فرياد:
(1) حدود آرڊيننس 1979ع قضف جي سيڪشن 6 جي ذيلي سيڪشن 2 تحت ڪا بہ ڪورٽ ساڳي آرڊيننس جي قلم 7 تحت ڪنهن بہ ڏوهہ کي نہ ٻڌندي جيستائين سڌو فرياد حد واري ڪورٽ ۾ داخل نہ ٿئي.
(2) ڪورٽ جو جج ڏوهہ سڌو فرياد ٻڌڻ شرط فريادي ۽ ان جي شاهدن جيڪي سيڪشن 6 قضف حدود آرڊيننس 1979ع ۾ ڄاڻايل آهن جا حلفيہ بيان وٺندو.
(3) فريادي ۽ شاهدن جي ورتل بيانن کي قلم بند ڪري فريادي ۽ شاهدن کان صحيح ڪرائبي ۽ ڪورٽ سڳوري جو جج پڻ صحيح ڪندو.

(4) ان کان پوءِ جي جج سمجهندو تہ ڪيس هلائڻ لاءِ ڪافي جواز آهي تہ جج جوابدار کي ڪورٽ ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ سمن جاري ڪندو.

(5) جنهن ڪورٽ جي جج وٽ فرياد ڪيو ويو آهي يا جنهن جج وٽ اهو فرياد بدلي ٿي آيو آهي اهو فريادي ۽ شاهدن جي حلفيہ بيانن کانپوءِ ان نتيجي تي پهچي تہ ڪيس هلائڻ لاءِ ڪهربل جواز موجود ناهي تہ اهو ڪيس خارج ڪري سگهي ٿو، ان لاءِ لکت ۾ سبب ڄاڻائيندي.

203C (ڪرمنل پروسيجر ڪوڊ) ناجائز همر بستري (Fornication) جي ڪيس ۾ فرياد:

(1) ڪا بہ ڪورٽ قلمر PPC 496 B جو فرياد تيستائين نہ ٻڌندي جيستائين سڌو فرياد حد واري ڪورٽ ۾ داخل نہ ڪيو وڃي.

(2) ڄاڻايل ڪورٽ جو جج ڏوهہ جي ٻڌڻي شرط پهرين فريادي ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٻن همبستري جي عمل جي اکين ڏٺن شاهدن جا حلفيہ بيان وٺندو.

(3) فريادي ۽ اکين ڏٺن شاهد جا بيان لکت ۾ ورتا ويندا ۽ انهن تي سندن صحيحون پڻ ورتيون وينديون ۽ ڄاڻايل ڪورٽ جو جج بہ ان تي صحيح ڪندو.

(4) ان کانپوءِ ڄاڻايل ڪورٽ جو جج جي اهو سمجهي تہ ڪيس هلائڻ لاءِ ڪهربل جواز موجود آهي تہ جوابدارن کي حاضري لاءِ سمن جاري ڪندو.

جج جوابدار کان ذاتي مچلڪي کانسواءِ ڪا بہ ضمانت نہ گهرندو ۽ اها شخصي ضمانت ان ڳالهہ ڪرڻ لاءِ ورتي ويندي تہ جوابدار ڪورٽ جي ٻڌڻين تي حاضر رهندو.

(5) جج جنهن وٽ فرياد ڪيو ويو آهي يا جنهن وٽ فرياد بدلي ٿي آيو آهي اهو ان نتيجي تي پهچڻ کان پوءِ تہ ڪيس

هلائڻ لاءِ گهربل سبب موجود ناهي ڪيس ڪي لکت ۾ سبب ٻڌائي خارج ڪري سگهي ٿو.

(6) مٿين قلمن يا ٻي ڪنهن به قانون ۾ ٻڌايل قلمن باوجود جيڪڏهن ڪو به شخص قلم 5 حدود آرڊيننس 1979ع تحت زنا جو جوابدار آهي ته ان خلاف هن قلم (Fornication) تحت ڪو به سڌو فرياد نه ورتو ويندو، جيڪڏهن سندس خلاف 203 A (سي آر پي سي) تحت فرياد هلندڙ آهي، خارج ٿيل آهي يا هو آزاد ٿيل آهي. نه ئي اهڙي ڪنهن شخص خلاف ڪنهن به صورت ۾ ڪو فرياد ڪري سگهبو جيڪو پاڻ زنا جي ڪيس ۾ فريادي يا شڪار هجي.

5A (زنا جو ڏوهه حدود آرڊيننس 1979) ڪو به ڪيس نه بدلايو ويندو ۽ نه داخل ٿيندو ۽ نه ئي رجسٽر تي چاڙهيو ويندو، هنن حالتن ۾: نه زنا جي ڏوهه جو قلم 5 تحت قلم 203-A CrPC سان گڏ پڙهيل فرياد ۽ نه ئي زنا جي الزام تحت ڪيس ڪي ڪنهن به مرحلي تي 496-A (PPC) تحت همبستريءَ جي سڌي فرياد ۾ تبديل ڪيو ويندو نه ئي ناجائز هم بستري (Fornication) جي فرياد کي ڪنهن به اسٽيج تي قلم 5 زنا (حدود آرڊيننس) جي فرياد يا ٻي ڪنهن به قانون تحت اهڙي ئي فرياد ۾ تبديل ڪيو ويندو.

| غير قانوني طور زمين جي پاڻي بند ڪرڻ خلاف ڪارروائي |
|---|
| ڪوبه شخص ڪنهن به ماڻهوءَ جي جائز ۽ قانوني پاڻي جي رستي يا واٽرڪورس يا ڪينال کي روڪي يا ان جو رُخ موڙي ته ان خلاف پاڪستان پينل ڪوڊ جي قلم 430 تحت ڪيس داخل ڪري سگهجي ٿو. |

| ڪنهن به گروهه، تنظيم يا فرد پاران ڀتو وٺڻ |
|---|
| جيڪڏهن ڪا به پارٽي، فرد يا گروهه اوهانکان جبري چندو يا هفتو يا ڀتو وٺي يا مجبور ڪري ته ان خلاف قلم 386 پي پي سي تحت FIR درج ڪرائي سگهجي ٿي ۽ اهڙي ڏوهاريءَ کي 10 سال سزا ايندي. FIR داخل نه ٿيڻ جي صورت ۾ ڪورٽ ۾ سڌو فرياد به داخل ٿي سگهي ٿو. |

# هاري حق، WTO ۽ زرعي سڌارا

مهنگائي، پاڻيءَ جي شديد کوٽ، جبري پورهئي، سرڪار ۽ WTO جي زراعت دشمن پاليسين ۽ پورهيت دوست قانون نہ هئڻ ڪري سنڌ ۽ سموري ملڪ جو هاري هن وقت پنهنجي تاريخ جي بدترين دور مان گذري رهيو آهي. سنڌ جي فقط ڪمانڊ ايراضي تقريباً هڪ ڪروڙ ٽيهہ لک ايڪڙ آهي. جنهن ۾ سکر بيراج جا 80 لک ايڪڙ، گڊو بيراج جا 14 لک ايڪڙ ۽ ڪوٽڙي بيراج جا 30 لک ايڪڙ شامل آهن. ان ڪانسواءِ ڪچي ۽ ڊيلٽا جا 22 لک ايڪڙ ڌار آهن. هاڻ جڏهن سنڌ ۽ ملڪ جي پيداوار جو بنيادي ذريعو زراعت آهي تہ پوءِ ڪيڏي نہ حيرت ۽ شرم جهڙي ڳالهہ آهي تہ ان زراعت جي ترقي لاءِ بجيٽ جي ڪل رقم ادائي سو ارب مان فقط ٻہ ارب رکيا ويندا آهن. يعني هڪ سيڪڙو ڪان بہ گهٽ. پاڪستان جي مجموعي زراعت ۾ سنڌ جو 26 سيڪڙو حصو آهي ۽ سنڌ جي ڪروڙين ماڻهن جو جياپو زراعت سان وابستہ آهي ۽ اهي زميندار، ننڍا آبادگار، هاري ۽ واپاري هڪ طرف خود ان ڊائريڪٽ اڻ سڌن ٽيڪسن ۾ جڪڙيل آهن، تہ ٻي طرف وڏن زميندارن هارين سان زيادتين جو رڻ ڀاري ڏنو آهي. زرعي دوائن تي 6 سيڪڙو امپورٽ ٽيڪس لاڳو آهي. مٿان 15 سيڪڙو وٿ هولڊنگ ٽيڪس آهي جڏهن اهي دوائون ڊسٽريبيوٽر ۽ ڊيلر وٽ اچن ٽيون تہ پيهر ٽيڪس ورتو وڃي ٿو اهڙي ريت آبادگار 55 سيڪڙو ڪان وڌيڪ ٽيڪس ادا ڪري ٿو. سنڌ جي هاري ۽ آبادگار کي پاڻيءَ جي جنهن شديد کوٽ جو نشانو بڻايو ويو آهي ان جو مثال سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ نہ ملندو. سنڌ جي حصي جو پاڻي کيس ڏنو ئي نٿو وڃي مرڳو سر جو زهريلو پاڻي هيٺ موڪلي سنڌ جي زمينن کي تباهہ ڪيو ويو آهي نہ صرف اهو بلڪہ ارادتاً سنڌ جي آبادگار لاءِ زرعي مارڪيٽنگ جو صحيح سرشتو موجود ناهي ۽ نہ ئي پاڻ، ٻج، دوائن، قرض ۽ ٽيڪنالاجي جون ڪي سهولتون موجود آهن.

زراعت جي لاباري ڪان ونئي عام ماڻهوءَ تائين فصل جي پهچ ۾ سرڪاري پاليسين جي خرابي سبب مڊل مين ننڍڙي شهر ۾ به لکين روپيا ڪمائي ٿو ونئي پر ان زمين تي ڏينهن رات نوڙ نچوڙيندڙ ۽ پگهر وهائي هڏانهان پڄرا ٿيندڙ هاري جو حال هر ايندڙ حڪومت ۾ بد ڪان بدتر ٿيندو وڃي. اهو ئي سبب آهي ته پاڪستان ۾ ڪڻڪ جي في ايڪڙ پئداوار 26 مڻ، چانورن جي 28 مڻ، ڦٽي 14 مڻ ۽ ڪمند 550 مڻ جيترو هيٺ هليا ويا آهن. سرڪار ۽ وڏن زميندارن ۾ اها دور انديشي ناهي ته هاري کي سهولتون ڏيون، جيئن ۽ ترقي ڪرڻ جو حق ڏيو ته ان مان ڪين به فائدو رسندو پر هو ته ڪانئن بيگار ڪيمپ جيان فقط ڪم ونئي سگهن ٿا.

1995ع ۾ وجود ۾ اچڻ ڪان ونئي اڄ تائين ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزيشن (WTO) ابتدا ۾ اها دعوي ڪندي رهي ته اها غريب ملڪن جي زرعي پيدوار وڌائڻ لاءِ ڪوششون ونندي پر ٿيو ان جي برعڪس ۽ هڪ طرف غريب ملڪن تي دباءُ وڌو ويو ته اهي زراعت تي امداد ڏيڻ بند ڪن ته ٻي طرف ڪارپوريٽ فارمنگ کي اڳيان آڻي مخصوص فصل پيدا ڪرڻ لاءِ دباءُ وڌو ويو ۽ زمين تي هارين جو حق مڃڻ ڪان انڪار ڪندي انهن جي اڇي ڪاري جو مالڪ گهڻ قومي ڪمپنين کي بنايو پيو وڃي. اهي ڪمپنيون نيون مشينون، نوان طريقا آڻي هزارين سالن ڪان آباد هارين کي ٻي گهر ڪري رهيون آهن. نه صرف اهو بلڪ هارين جا هزارين سالن جا تجربا، وارثي، علم ۽ محنت ٻاهرين غير ملڪي آقائن جي اختيار ۾ هليا ويندا ۽ جيئن ته اهي مالڪ ٻاهريان هوندا ان ڪري ڪين پرپاسي جي زمين، ڳوٺن، شهرن، اسڪولن ۽ اسپتالن جي بهتري سان ڪو به واسطو نه هوندو نه سندن مرڻو پرڻو اتي هوندو نه ئي ڪين اتان ڪا چونڊ وڙهڻي هوندي جو انڌا منڌا ڪم ڪرائين. هڪ طرف اهو تباهه ڪن خطرو مٿان لامارا پيو ڏي ٻي طرف سنڌ ۽ ملڪ ۾ هارين جي حقن جي حوالي سان ڪا به بهتر قانونسازي اڄا تائين نه ٿي سگهي آهي. نئين قانونسازي ته پري جي ڳالهه پر 1950ع جي سنڌ ٽيننسي ايڪٽ جي قلم 10- (I) 11، 13، 19، 22 ۽ 24 تي سنڌ

جي اڪثر علائقن ۾ ڪو بہ عمل نہ پيو ٿئي، ۽ نہ دائمي هاريءَ جا حق محفوظ آهن، نہ فصل تي سندس اڌ قبضو برقرار رهي ٿو نہ وڪري مهل سندس رضامندي شامل آهي. نہ سندس لاءِ ڪو متبادل بندوبست ڪيو ويجي ٿو، نہ منافعي ۾ زمين کي سارڻ سنيالڻ ۽ مهانگو بڻائڻ ۾ سندس محنت مجيندي ڪيس ڪو حصو ملي ٿو ۽ نہ ئي زميندار پنهنجا بنيادي فرض نڀائي ٿو. ان سڄي صورتحال ۾ هارين لاءِ فقط بہ گس بچيل آهن. هڪ تہ هو سياسي، قانوني ۽ علمي طرح بيدار تي مناسب پليٽ فارمن تان پرامن جدوجهد ھلائي پنهنجا حق حاصل ڪن ۽ چونڊيل نمائندن تي گهربل قانونسازي لاءِ دباءُ وجهن ۽ ٻيو تہ موجود ٽيننسي ايڪٽ تحت قائم ڪورٽن، ڊائريڪٽر هيومن رائيٽس تحت موجود سيشن جج صاحبن ۽ آرٽيڪل 199 تحت هاءِ ڪورٽ سڳوري ذريعي پنهنجي قانوني ۽ آئيني حقن لاءِ ميدان ۾ لهن ۽ مطالبو ڪن تہ ملڪ ۾ زرعي سڌارا آندا وڃن ۽ گهڻ قومي ڪمپنين ۽ سرڪار جي زراعت ۽ هاري دشمن پاليسين کي روڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ سنڌ جي 6 ضلعن جي هاري اڳواڻن جڏهن گڏريل مينهن ۽ ٻوڏن دوران هن ڪتاب جي ليکڪ معرفت سنڌ هائي ڪورٽ ۾ گڏيل پٽيشن داخل ڪئي هئي تہ عدالت هڪ هفتي اندر بينل پاڻي خارج ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو.

## ملاوٽي يا نقلي سامان وڪڻڻ

ڪوبہ شخص ملاوٽي، نقلي يا صحت لاءِ نقصانڪار سامان يا دوائون وڪڻي تہ ان خلاف پاڪستان پينل ڪوڊ جي قلم 486، 273، 275 ۽ 276، تحت ڪيس داخل ڪري ڪين سزا ڏيارائي سگهجي ٿي.

# ٻارن جي شادي سان لاڳاپيل پابندين
# متعلق قانون 1929

ان قانون مطابق جي ڇوڪري جي عمر 18 سال ۽ ڇوڪريءَ جي عمر 16 سالن کان گهٽ آهي تہ اهڙي ڇوڪري يا ڇوڪريءَ کي ٻار سمجهيو ويندو.

بالغ مرد جي نابالغ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ تي سزا:
جي ڪو ماڻهو جنهن جي عمر 18 سالن کان وڏيڪ آهي ۽ هو ڪنهن نابالغ ڇوڪريءَ سان شادي ڪري تہ اهڙي صورت ۾ ان کي هڪ مهينو سزا يا ان سان گڏ هڪ هزار روپيو ڏنڊ بہ وجهي سگهجي ٿو.

ٻار جي شادي ڪرائڻ تي سزا:
جي ڪو ماڻهو ٻار جي شادي ڪرائي، يا ان ۾ مدد ڪري يا ان لاءِ هدايت ڏي تہ اهڙي ماڻهو کي هڪ مهيني جي سزا ۽ هڪ هزار روپيو ڏنڊ بہ ڪري سگهجي ٿو.

ماءُ پيءُ يا سرپرست جو ٻار جي شادي ڪرائڻ تي سزا:
ڪنهن ٻار جي شادي جي ماءُ پيءُ يا سرپرست ڪندا يا ان شادي جي بندوبست ۾ ان سان تعاون ڪن ٿا ۽ رڪاوٽ نہ ٿا وجهن تہ اهڙي ماءُ پيءُ يا سرپرست کي هڪ مهيني جي سزا ۽ هڪ هزار روپيو ڏنڊ بہ ڪيو ويندو.

عدالت جو حڪم روڪ يا امتناعي جاري ڪرڻ جو فيصلو:
ان قانون مطابق ڪورٽ کي اختيار آهي تہ هو 18 سالن کان وڏيڪ عمر جي شخص جي نابالغ ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ جي صورت ۾ يا وري ٻار جي شادي ڪرائڻ ۾ تعاون ۽ مدد ڪرڻ ۽ هدايت ڪرڻ واري جي خلاف حڪم امتناعي جاري ڪري.

# پروبيشن: قيد جو متبادل

پاڪستان جي جيلن ۾ گنجائش کان وڌيڪ قيدين کي رکڻ واري مسئلي کي حل ڪرڻ جو آسان طريقو هي آهي ته قانون ۾ ڏنل پروبيشن (آزمائشي آزادي) يعني سزا جي معطلي ۽ پيرول واري نظام کي رائج ڪجي. سزا جي معطلي خاص طور تي انهيءَ صورت ۾ فائدي واري ثابت ٿيندي آهي جتي ڏوهاريءَ ڏوهه واري زندگي نه اختيار ڪئي هجي. هي پاڪستاني قانون ڪئي ڏهاڪن کان موجود آهي. ۽ پاڪستان ۾ 50 سيڪڙو کان وڌيڪ قيدين جي هڪ مهيني کان وٺي هڪ سال تائين سزا آهي. عام طور تي گهڻا قيدي ننڍڙن ننڍڙن جهڳڙن مثلاً زمين ۽ پاڻي جي جهيڙي يا ڪنهن خانداني جهڳڙي جي ڪري جيل ۾ ايندا آهن. انهن ۾ گهٽ ڪري ڏوهه ڪرڻ جو عادتون موجود نه هونديون آهن جڏهن ته جيل ۾ انهن جو عادي ۽ پڪن ڏوهارين سان ميل جول انهن لاءِ خرابي پيدا ڪندو آهي. ڏوهه ۽ ان جا سبب معلوم ڪرڻ لاءِ ۽ انهيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ پوريون ڪوششون نه ورتيون ويون آهن. جڏهن ڏوهه هڪ دفعو ٿي ويندو آهي ته پوءِ ڏوهاري سان ورتاءُ اهم هوندو آهي ۽ سموريون ڪوششون ان ڳالهه لاءِ هجڻ گهرجن ته ڏوهاري وري بيو ڪو گناهه نه ڪري وٺي. اهڙو طريقو نه صرف ڏوهاري لاءِ فائديمند هوندو آهي، پر مجموعي طور تي سماج جي ڀلائي به ان ۾ هوندي آهي. في الحال اسان وٽ سمورو زور ان ڳالهه لاءِ هوندو آهي ته (ڏوهاري) ڀهرين گناهه جي سزا ڪاٽي. پر ڀهريون دفعو ڏوهه ڪرڻ واري کي جيل جي سزا ڏيڻ متعلق اهو سمجهيو ويندو آهي ته هو جيل ۾ بين ڏوهارين سان رابطي ۾ اچي آخرڪار هڪ عادي ڏوهاري بڻجي ويندو.

ان ڪري پروبيشن جي وڏي اهميت ان ڪري به آهي ته اهو پهريون ڀيرو ڏوهه جي چوندڙ ڪرڻ وارن کي ۽ عادي ۽ پڪن ڏوهارين سان جيل ۾ رابطو نه رکائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو آهي.

پروبيشن جو مقصد بنان سزا ڏيڻ جي ڏوهاري کي بيهر سماج ۾ آباد ڪرڻ آهي پر هي ڏوهاري تي لڳل الزامن جو خاتمو نه آهي.

پروبيشن ۾ سزا کي معطل ڪيو ويندو آهي ۽ ان ڪانپوءِ ذاتي زيرنگراني ۾ ڏوهاري تي ڪجهہ خاص پابنديون ۽ ذميواريون عائد ڪيون وينديون آهن.

## ڏوهارين لاءِ پروبيشن جو آرڊيننس

ڏوهارين لاءِ پروبيشن جو آرڊيننس 1960ع ۾ (NO XLV) وفاقي سطح تي پاڪستان ۾ لاڳو ڪيو ويو. هي قانون جيڪو پنهنجي دائري ۾ محدود هو پاڪستان ۾ پنهنجي نوعيت جو پهريون قانون آهي. هي ڏوهارين لاءِ ٻن قسمن جي سهوليتون مهيا ڪري ٿو. هڪڙا اُهي جن کي مشروط طور تي آزاد ڪري سگهجي ٿو ۽ ٻيا اهي جن کي پروبيشن تي آزاد ڪري سگهجي ٿو.
جڏهن تہ هي قانون جج کي پنهنجي مرضي جا اختيار نہ ٿو ڏئي، عدالت ۾ پروبيشن جي فيصلي کي هر صورت ۾ صحيح ثابت ڪرڻو هوندو آهي. ڏوهاري ان ڳالهہ تي زور نہ ٿو ڀري سگهي تہ ان کي پروبيشن تي رکيو وڃي ۽ نہ ئي پروبيشن کي پنهنجو حق سمجهي گهري سگهي ٿو.

### مشروط شرطي آزادي

هڪ اهڙي ڏوهاري کي جنهن کان پهريون ڀيرو ڏوهہ ٿيو هجي ۽ ان ڏوهہ جي سزا ٻن سالن کان گهٽ هجي تہ ان کي مشروط آزادي ڏئي سگهجي ٿي. ان جو مقصد اهو آهي تہ ان کي صرف تنبيهہ ڪري يا ضمانت يا بنا ضمانت شرط طور اهو چئي آزاد ڪري ڇڏڻ گهرجي تہ هو ٻيهر ڪو بہ ڏوهہ نہ ڪري ۽ ان فيصلي جي هڪ سال تائين سنوَ رويو اختيار ڪري. سيڪشن (4)
مشروط آزادي ڏيڻ وقت عدالت کي ڏوهاري جي عمر، ڪردار پوئين جسماني ۽ ذهني حالت، ڏوهہ جي نوعيت ۽ جن حالتن ۾ ان کان اهو ڏوهہ ٿيو انهن سيني کي نظر ۾ رکڻ ضروري آهي. عدالت جو ڏوهاري سان سادن ۽ عام لفظن ۾ ان ڳالهہ جي وضاحت ڪرڻ بہ ضروري هوندي آهي تہ جيڪڏهن هو ڪو بہ ڏوهہ ڪري

ٿو/ ٿي، يا مشروط آزادي دوران سٺو رويو اختيار نٿو/ ٿي ڪري ته ان کي اصل سزا ڏئي سگهجي ٿي. جيڪڏهن ڏوهاري شرطن مان ڪنهن تي عمل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿئي ٿو ته عدالت ان جي گرفتاري لاءِ نوٽيس جاري ڪري سگهي ٿي ۽ ڏوهاري ۽ ان جي ضامن کي طلب ڪري سگهي ٿي.

ڏوهاري کي عدالت ۾ حاضر ٿيڻ تي عدالت ان کي جوڊيشل ريمانڊ تي ان وقت تائين موڪلي سگهي ٿي جيستائين ان جي ڪيس جي پڄاڻي ٿئي يا ان جي ضمانت جي درخواست داخل ڪئي وڃي. ڪيس جي پڄاڻي ڪانپوءِ عدالت ان کي اصل سزا ڏئي سگهي ٿي يا ان تي ڏنڊ وجهي سگهي ٿي جيڪو 1000 ڪان وڌيڪ نه هجي. (سيڪشن7)

شرطيه آزادي غير اهم نوعيت جي ڏوهن يا ڪن خاص حالتن ۾ ٿي ويل ڏوهن جي صورت ۾ ڏئي سگهجي ٿي، جتي سزا ڏيڻ ضروري نه هجي ۽ ڏوهه جي نوعيت به اهڙي هجي جو ڏوهاري کي پروبيشن تي رکڻ به عدالت جي نظر ۾ پروبيشن آفيسر جي ڪم ۾ خواه مخواه اضافو ڪرڻ هجي ۽ هو پروبيشن تي ٻين ماڻهن جو خيال نه رکي سگهي.

## پروبيشن آفيسر جي نگراني

ڏوهارين لاءِ پروبيشن جو آرڊيننس عدالت کي اهو اختيار به ڏئي ٿو ته هو پروبيشن آرڊر جاري ڪري جنهن مان مراد آهي ته ڏوهاري کي هڪ پروبيشن آفيسر جي نگراني ۾ هڪ کان ٽن سالن لاءِ رکيو وڃي سيڪشن (5)

باقي اهڙا مرد ڏوهاري جن اهڙو ڏوهه ڪيو هجي جنهن جي سزا موت ياعمر قيد هجي يا اهڙيون ڏوهاري عورتون جن اهڙو ڏوهه ڪيو هجي جنهن جي سزا موت هجي ته اهڙا ڏوهاري پروبيشن جا حقدار نه هوندا آهن.

عدالت ان وقت تائين پروبيشن جا آرڊر جاري نه ڪندي آهي يا نه ٿي ڪري سگهي جيستائين ڏوهاري ضمانت يا بنا ضمانت جي بانڊ

نہ پريَ. جنھن ۾ ھن واعدو ڪيو ھجي تہ ھو ڪو بہ ڏوھہ نہ ڪندو ۽ امن سان رھندو ۽ بانڊ جي عرصي تائين سنئو رويو اختيار ڪندو ۽ پروبيشن جي مدت دوران جي ان ڪي سزا ڪاٽڻ يا عدالت ۾ پيش ٿيڻ لاءِ چئبو تہ ھو پاڻ کي پيش ڪندو.

پروبيشن تي ڏوھاري لاءِ ڪنھن بہ مناسب ڪم يا نفع بخش ڪاروبار جو فيصلو پروبيشن آفيسر ۽ پروبيشن ڊپارٽمينٽ جي مشوري تي ۽ مرضي تي ڇڏي ڏيڻ گھرجي.

## شرطن جي خلاف ورزي

جيڪڏھن پروبيشن تي ڪو ڏوھاري پنھنجي پروبيشن جي شرطن مان ڪنھن جي خلاف ورزي ڪري ٿو پر ڪو نئون ڏوھہ نہ ٿو ڪري تہ عدالت وٽ ٽي صورتون موجود آھن:

پروبيشن جي حڪم ۾ ترميم ڪري ڇڏي يا نين شرطن جو اضافو ڪري ڇڏي، سزا ڏئي يا 1000 رپيا ڏنڊ وجھي.

پاڪستان ۾ ھن وقت ڪل 70 پروبيشن آفيسر آھن جن ۾ صرف ٻہ عورتون آھن، جڏھن تہ صوبہ سرحد ۽ بلوچستان ۽ سنڌ ۾ ھڪ بہ عورت پروبيشن آفيسر نہ آھي.

پروبيشن جي قانون جي رول نمبر (3) 22 ۽ ان حقيقت سان تہ پوري پاڪستان ۾ صرف لاھور ۽ فيصل آباد جي ضلعن ۾ عورتون پروبيشن آفيسر آھن، اھا ڳالھہ قابل حيرت نہ ھئڻ کپي تہ صرف 52 عورتون پوري ملڪ ۾ پروبيشن تي آھن جن مان 27 جو تعلق پنجاب سان آھي.

# فوجداري ڪيسن جي هلڻ جو طريقو

ڏوهه ۽ سزا جو تصور انساني تاريخ ۾ تمام پراڻو آهي هر مذهب ۽ معاشري ۾ ڏوهن کي روڪڻ ۽ ڏوهارين کي سزا ڏيڻ لاءِ قانون وجود ۾ آندا ويا جن کي فوجداري قانون (Criminal law) سڏيو وڃي ٿو. پاڪستان ۾ ڏوهن جي تفتيش ۽ جانچ لاءِ انگريزن جا ناهيل قانون ڪجهه ترميمن سان اڃا بہ عمل هيٺ آهن.

ضابطہ فوجداري (Criminal Procedure Code) 1898 جي قلم 5 مطابق هي ضابطا انهن سمورن ڏوهن جي تفتيش ۽ تحقيق لاءِ آهن جيڪي تعزيرات پاڪستان (Pakistan Penal Code) ۾ ڄاڻايل آهن.

ايف آئي آر:

فوجداري ڪيس ۾ پهريون مرحلو ايف آئي آر جي داخل ٿيڻ آهي. جيڪا ضابطہ فوجداري جي دفعہ يا قلم 154 مطابق متاثر ٿيل يا ڪو بہ فريادي پاڻ داخل ڪرائي يا ازخود پوليس (سرڪار) جي طرفان بہ داخل ٿي سگهي ٿي ۽ پوليس پاران داخل نہ ڪرڻ جي صورت ۾ قلم 22 اي ۽ بي تحت سيشن جج صاحب کي درخواست ڏئي پڻ FIR داخل ڪرائي سگهجي ٿي.

ڏوهہ جو اطلاع ڪنهن فرد جي پاران ڏيڻ جي صورت ۾ اهو انچارج پوليس اسٽيشن پاڻ ئي داخل ڪندو آهي يا ان جي هدايت تي تحرير ڪيو ويندو آهي ۽ پوءِ اها رپورٽ اطلاع ڏيندڙ کي پڙهي ٻڌائڻ لازمي ٿي پوندي آهي ۽ ان تي اطلاع ڏيندڙ جي صحيح يا آڱوٺو هڻايو ويندو آهي ۽ ابتدائي اطلاع (FIR) جي هڪ ڪاپي فريادي کي ڏيڻ لازمي آهي.

فوجداري ڪيسن کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي.

(1) پوليس جي مداخلت جوڳو ڏوهہ

(2) پوليس جي مداخلت نہ ڪرڻ جوڳو ڏوهہ

(1) پوليس جي مداخلت جوڳو ڏوهہ:

هي اُهي سيريس ڪيس ٿيندا آهن جنهن ۾ فريادي جي پهرين اطلاع (FIR) کان پوءِ مئجسٽريٽ جي حڪم بنا پوليس تفتيش

ڪرڻ ۽ ڏوهاري کي گرفتار ڪرڻ جو حق رکي ٿي. اهي ڏوهه آهن سنگين ڏوهه مثلاً قتل، ڌاڙو، رهزني، چوري، اغوا، لڄالٽ ۽ آتش زني وغيره.

پوليس جي مداخلت جوڳن ڏوهن ۾ جتي پوليس کي اهو اختيار پڻ حاصل آهي ته هو بنا وارنٽ به ڏوهاري کي گرفتار ڪري سگهي ٿي اتي ساڳي ئي وقت پوليس آفيسر تي اهو لازم آهي ته هو ڏوهاري کي سندس گرفتاري جي سبب کان به واقف ڪري ۽ سندس گرفتاري جو اطلاع هڪدم لاڳاپيل مئجسٽريٽ کي ڏئي ۽ پوءِ 24 ڪلاڪن اندر ڪنهن مئجسٽريٽ جي عدالت ۾ ڏوهاري کي پڻ پيش ڪري.

جيڪڏهن پوليس ڪنهن ملزم کي گرفتار ڪرڻ جي باوجود ان جو اطلاع لاڳاپيل مئجسٽريٽ کي نه ٿي ڏي يا پيش نه ٿي ڪري ته ٿاڻي ۾ نظربندي غير قانوني ۽ غير آئيني تصور ڪئي ويجي ٿي ۽ ڪورٽ سڳوري نه صرف اهڙي شخص کي آزاد ڪري سگهي ٿي پر اهڙي پوليس آفيسر جي خلاف قانوني ڪارروائي ڪري ڪيس نوڪري مان ڪڍي سگهي ٿي ۽ گرفتار ڪيل ماڻهو اهڙي پوليس آفيسر خلاف هتڪ عزت (عزت کي ڇيهو رسائڻ) ۽ ڏنڊ (Damages) جي دعوىٰ به ڪري سگهي ٿو.

(2) پوليس جي مداخلت نه ڪرڻ جوڳا جرم:

ضابطه فوجداري جي قلم 155 مطابق پوليس جي مداخلت نه ڪرڻ جوڳا ڏوهه ٿيڻ جي صورت ۾ ان ٿاڻي ۾ رکيل ڊائري (روزنامچي) ۾ اطلاع داخل ڪيو ويندو آهي ۽ اطلاع ڏيندڙ کي هدايت ڪئي ويندي ته هو لاڳاپيل مئجسٽريٽ سان رابطو ڪري.

انهن سادن ڏوهن ۾ پوليس آفيسرن کي ان جو بلڪل حق ناهي ته هو ڏوهاري کي، ميجسٽريٽ اول (First Class Magistrate) جي حڪم بنا گرفتار ڪري ۽ اهڙي ڏوهاري جي گرفتاري لاءِ پوليس آفيسر کي ميجسٽريٽ جي حڪم تحت گرفتاري لاءِ وارنٽ حاصل ڪرڻ لازمي ٿي پوي ٿو.

سي آر پي سي قلم 161 مطابق بيان:
ڪنهن بہ پوليس جي مداخل ڪرڻ جوڳي ڏوهہ ۾ پوليس آفيسر لاءِ اهو ضروري آهي تہ هو ڏوهہ متعلق جوابدارن، فريادي يا شاهدن جا زباني بيان قلم بند ڪري جيڪي ڪيس (Case) جي پيروي لاءِ لازمي ٿين ٿا ۽ اهي بيان هڪ يا هڪ کان وڌيڪ ٿيڻ جي صورت ۾ جدا جدا ترتيب ڏنا ويندا آهن. انهن بيانن جي اهميت جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ صحيح ۽ سچا بيان قلمبند ٿيڻ جي صورت ۾ فريادي جو مقدمو ڏوهاري جي آزاديءَ تي بہ ختم ٿي سگهي ٿو. جڏهن تہ بيانن جي روشني ۾ ڏوهاري خلاف واضح ثبوت نہ هئڻ جي صورت ۾ چالان عدالت ۾ پيش ڪرڻ بدران گرفتار ٿيل کي آزاد ڪري سگهجي ٿو.

قلم 164 تحت بيان ۽ اقبال جرم يا قبولداري:
فوجداري ڪيس جي هلڻ کان پهرين دفعہ 164 جي مطابق بيان يا ڏوهاري جي قبولداري مئجسٽريٽ هڪ يا ٻہ جي روبرو قلمبند ڪيو ويندا آهن.
قلم 164 جي مطابق ڏوهاري جي حلفيہ قبولداري (Confession) مئجسٽريٽ جي موجودگي ۾ قلمبند ڪئي ويندي آهي ۽ جوابدار جي قبولداري ( اعتراف جرم) جي قلمبند ٿيڻ کان اڳ مئجسٽريٽ پاران اقبال جرم ڪرڻ واري ڏوهاري کي اها ڄاڻ ضرور ڏني ويندي آهي تہ جيڪڏهن هو چاهي تہ ڏوهہ کان انڪار ڪرڻ جو حق رکي ٿو، نہ تہ اقبال جرم سندس خلاف شهادت طور استعمال ڪري سگهجي ٿو. جوابدار کي اهو بہ ٻڌائبو تہ جيڪڏهن هن قبولداري نہ بہ ڪئي تہ بہ ڪيس پوليس حوالي نہ ڪبو. اقبال جرم جي ڪنهن جبر يا خوف يا ان قلم مطابق ڏنل هدايتن مطابق قلمبند نہ ڪيو ويو تہ جوابدار ڪيس هلڻ دوران ان تي اعتراض ڪرڻ جو حق رکي ٿو ۽ پنهنجي قبولداري تان جيڪا مئجسٽريٽ آڏو ڪئي وئي هئي ڦرڻ جو حق رکي ٿو.

ضابطہ فوجداري جي قلمر 167 تحت ريمانڊ:
جوابدار جي گرفتاري کان پوءِ پوليس آفيسر جوابدار کي وڌيڪ پنهنجي حراست ۾ رکڻ لاءِ 24 ڪلاڪن اندر ضابطہ فوجداري جي قلمر 167 مطابق هڪ درخواست ريمانڊ لاءِ مئجسٽريٽ کي پيش ڪندو آهي. ان درخواست جو مقصد اهو آهي تہ پوليس پنهنجي تفتيش لاءِ ڏوهاري کي حراست ۾ رکڻ چاهي ٿي. ريمانڊ ٻن قسمن جا ٿيندا آهن. جڏهن پوليس کي ڏوهاري کان ڪنهن ڏوهہ جي برآمدگي يا وڌيڪ تفتيش ڪرڻي هوندي آهي تہ هو ڏوهاري جي جسماني ريمانڊ لاءِ مئجسٽريٽ کي درخواست ڪندي آهي. تہ هتي جسماني ريمانڊ مان مراد اها ناهي تہ پوليس ڏوهاري تي جسماني تشدد ڪري.
معمولي ڪيسن ۾ پوليس کي جوابدار کي حراست ۾ رکڻ يا تفتيش ڪرڻ جي ضرورت ناهي هوندي تہ جوابدار جو عدالتي ريمانڊ ورتو ويندو آهي جنهن مطابق جوابدار کي جيل موڪليو ويندو آهي.
ڪنهن بہ گرفتار ڪيل جوابدار جي گرفتاري جي 15 ڏينهن کانپوءِ پوليس کي گهٽو ڪري ڪو بہ مئجسٽريٽ ريمانڊ نہ ڏئي سگهندو آهي پر جي پوليس کي وڌيڪ تفتيش لاءِ جسماني ريمانڊ جي ضرورت هجي تہ اهو اختيار ان ڪورٽ سڳوري کي حاصل آهي جتي ڪيس جي ڪارروائي هلڻي هجي. ڌاڙي، قتل ۽ اغوا جي ڪيسن ۾ جوابدار جي وڌيڪ جسماني ريمانڊ جو اختيار رڳو لاڳاپيل عدالت يعني سيشن ڪورٽ کي حاصل هوندو آهي علائقي جي مئجسٽريٽ کي نہ.

قلمر 169 مطابق ثبوت ڪمزور هئڻ جي صورت ۾ پوليس پاران جوابدار کي آزاد ڪرڻ جو اختيار:
ضابطہ فوجداري جي قلمر 169 مطابق ڪنهن بہ ٿاڻي جي انچارج کي اهو اختيار حاصل آهي تہ هو جيڪڏهن ڏوهہ جي جاچ مان اهو اندازو لڳائي تہ گرفتار ڪيل ماڻهو خلاف ثبوت ناڪافي ۽

ڪمزور آهن يا اهو ظاهر ٿيندو هجي ته گرفتار ڪيل شخص ڏوهه ۾ ملوث نه آهي ته هو اهڙي شخص کي ذاتي مچلڪي يا ضمانت داخل ڪرڻ جي هدايت ڏي ۽ پنهنجا اختيار استعمال ڪندي آزاد ڪري ڇڏي.

**ضمانت:**
گهٽو ڪري جوابدار جي گرفتاري کان پوءِ پهرين ڪوشش اها ٿينديِ آهي ته ان جي ضمانت ٿئي. ضابطه فوجداري مطابق جوابدار ضمانت ڏيڻ هيٺ ڏنل قلمن مطابق لاڳاپيل ڪورٽ سڳوري يا پوليس آفيسرن جي وس ۾ آهي. ضمانت جي درخواست جوابدار پاڻ لاڳاپيل ڪورٽ سڳوري ۾ يا پنهنجي وڪيل ذريعي داخل ڪري سگهي ٿو.

**سي آر پي سي 496 مطابق ضمانت:**
ڪنهن به جوابدار کي ڪنهن ڪيس ۾ جنهن جو تعلق قابل ضمانت ڏوهه سان هجي لاڳاپيل پوليس آفيسر يا ڪورٽ مناسب سمجهي ته ذاتي مچلڪي يا ذاتي ضمانت تي آزاد ڪري سگهي ٿي.

**سي آر پي سي 497 مطابق ضمانت:**
ناقابل ضمانت ڏوهن ۾ جوابدار ضمانت لاءِ بقاعده لاڳاپيل عدالتن (Courts) ۾ درخواست داخل ڪندا آهن. اتي اهو جاچائڻ ضروري آهي ته ناقابل ضمانت ڏوهن ۾ اهو ضروري نه هوندو آهي ته جوابدار کي ضمانت نه ڏني وڃي ضمانت ڪنهن به جوابدار جو حق آهي، پر اهي ڏوهه جن جي سزا، موت جي سزا، عمر قيد يا ڏهه سال يا ڏهن سالن کان مٿي هجي ته عام طور عدالتون ضمانت جي سهوليت گهٽ ڏينديون آهن عام طرح عدالتون اهڙن ڏوهن ۾ به انهن ملزمن کي ضمانت جي رعايت ڏينديون آهن جن ۾:

(1) عمر 18 سالن کان گهٽ هجي
(2) جوابدار ضعيف هجي

(3) عورت هجي.
(4) جوابدار جي بيماري جو علاج جيل ۾ ممڪن نہ هجي.
(5) جوابدار جي ذهني حالت درست نہ هجي
(6) يا وري ڪيس ۾ وڌيڪ تفتيش جي ضرورت هجي.
(7) جي ڪنهن ناقابل ضمانت ڏوهہ ۾ جوابدار خلاف ڪيس جي ڪارروائي هلي چڪي هجي پر عدالت سڳوري فيصلو نہ ڏنو هجي ۽ ڪيس جي ڪاروائي دروان ملزم خلاف ڪيس جي ثابتي ظاهر نہ ٿي هجي تہ جوابدار کي ضمانت تي آزاد ڪري سگهجي ٿو.

گرفتاري کان اڳ ضمانت:
قلم: 498 (Criminal Procedure Code) مطابق گرفتاري کان اڳ ضمانت قبول ڪرڻ جو اختيار رڳو سيشن ڪورٽ يا هاءِ ڪورٽ سڳوري کي آهي ۽ اها ضمانت گرفتاري کان اڳ ضمانت چئبي آهي. گرفتاري کان اڳ ضمانت اڪثر انهن صورتن ۾ ڏني ويندي آهي جڏهن:
(1) جوابدار سني ڪردار جو مالڪ هجي ۽ عزت دار هجي ۽ عدالت اهو محسوس ڪري تہ ان شخص جي گرفتاري سان سندس عزت ۽ شهرت کي نقصان رسندو.
(2) جوابدار خلاف الزام جو ثبوت ڪمزور هجي.
(3) ڪيس ذاتي بدنيتي، دشمني ۽ مخالفت سبب ڪوڙو ثابت ٿيڻ جهڙو هجي.

ننڍي عمر ۽ گهٽ عقل واري شخص جو ڏوهہ:
هتي اهو ٻڌائڻ تمام ضروري آهي تہ قانون ۽ شريعت جي قائدن موجب ٻارن ۽ فاترالعقل (بنا عقل) جوابدارن جي ڏوهہ کي ڏوهہ نہ سمجهبو آهي ۽ اهڙن جوابدارن کي قانون ۽ شريعت رعايت ڏني آهي.
ست سالن کان گهٽ عمر جي ٻارن جا فعل:
تعزيرات پاڪستان (Pakistan Penal Code) جي قلم 82 مطابق ستن سالن کان گهٽ عمر جي ٻارن جو ڏوهہ ڏوهہ نہ ٿيندو آهي ڇاڪاڻ

تہ قانون جي نظر ۾ ستن سالن کان گھٽ عمر جي ٻارن ۾ ڏوھہ ڪرڻ جي صلاحيت ناهي هوندي پر جيڪڏهن ڪنهن جي چُرچ تي ٻار ڪو ڏوھہ ڪري تہ فعل ڪرائڻ ۽ چورڻ واري تي ان ڏوھہ جي قانوني ذميواري عائد ٿئي ٿي.

ستن سالن کان مٿي ۽ 12 سالن کان گھٽ عمر جي ٻارن جا فعل:
تعزيرات پاڪستان جي قلم 83 مطابق ستن سالن کان مٿي ۽ 12 سالن کان گھٽ عمر جي اهڙي ٻار جي ڏوھہ يا فعل جيڪو پختگي ۽ مناسب سمجهہ وارو نہ هجي تہ ڪي بہ ڏوھہ نہ چئبو.

فاترالعقل (چريي) شخص جو فعل:
تعزيزات پاڪستان جي قلم 84 مطابق فاترالقعل شخص جو ڏوھہ ڏوھہ نٿو سڏيو وڃي، ڇاڪاڻ جو اهڙا فاترالعقل ماڻهو ڏوھہ ڪرڻ مهل عقل جي گهٽتائي سبب ڏوھہ جي نوعيت سمجهڻ کان بيوس هوندا آهن ۽ انهن کي اها خبر ناهي هوندي تہ جيڪو ڪجهہ هو ڪري رهيا آهن سو هڪ ڏوھہ آهي.

عدالتي ڪارروائي جا مرحلا:
فوجداري ڪيس 190 جيِ فرياد موجب يا پوليس چالان جي ذريعي ڪورٽ ۾ داخل ٿيندا آهن. يا وري مئجسٽريٽ ڪنهن بہ ذريعي ڏوھہ جو اطلاع ملڻ تي پاڻ ان جي تحقيق ڪندو آهي.

ضابطہ فوجداري (Criminal Procedure Code) مطابق چالان:
ڪنهن بہ پوليس جي مداخل ڪرڻ جهڙي ڏوھہ ۾ ڏوھہ جي داخلا کان پوءِ پوليس پنهنجي جانچ پوري ڪندي آهي ۽ لاڳاپيل ڪورٽ سٻگوري ڪي (Cr. P.C) دفعہ 173 تحت چالان پيش ڪندي آهي.
173 مطابق چالان لاڳاپيل ڪورٽ ۾ پبلڪ پراسيڪيوٽر (سرڪاري وڪيل) جي ذريعي داخل ڪيو ويندو آهي. پوليس جي داخل ڪيل چالان ۾ فريادي ۽ جوابدار جا نالا، ڪيس جي باري ۾ معلومات، شاهدن جا نالا، جوابدار جن خلاف ڪيس جي ڪارروائي ٿيڻي

هوندي آهي، انهن جا نالا يا ڪو ملزم گرفتار نہ ٿيو هجي يا پوليس ڪنهن جوابدار کي فوجداري قلم 169 مطابق پنهنجا اختيار استعمال ڪندي ڪيس مان خارج ڪري آزاد ڪيو هجي تہ ان جا تفصيل داخل هوندا آهن.

173 جي مڪمل رپورٽ، ڪيس داخل ٿيڻ جي 14 ڏينهن کان پوءِ پوليس کي عدالت ۾ پيش ڪرڻي هوندي آهي، جي ڪنهن سبب ڪري پوليس چالان ڪورٽ ۾ داخل نہ ڪري سگهي تہ لاڳاپيل ٿاڻي جو پوليس آفيسر پهرين 14 ڏينهن گذرڻ جي وڌيڪ 3 ڏينهن کان پوءِ هڪ نامڪمل چالان رپورٽ ڪورٽ ۾ داخل ڪرڻ جو پابند آهي. جنهن جي آڌار تي ڪورٽ ڪيس جي ڪارروائي شروع ڪندي آهي. جي ڪارروائي هلندي پوليس جي مڪمل چالان پيش ڪرڻ جي صورت ۾ ڪا نئين شاهدي يا زباني ۽ دستاويزي ثبوت هٿ اچن تہ قلم 540 مطابق ڪورٽ کي اختيار آهي تہ شهادت کي رڪارڊ تي آڻي.

ڪورٽ ۾ ڪيس جي ڪارروائي:

هر فوجداري ڪيس ۾ فرد جرم (Charge Frame) ٿيڻ کان گهٽ ۾ گهٽ 7 ڏينهن اڳ ڏوهي کي ضابطہ فوجداري (Cr.P.C) جي قلم 265C جي مطابق هيٺ ڄاڻايل ڪاغذ مفت ۾ ڏنا ويندا آهن.

(1) ايف آءِ آر (2) پوليس رپورٽ (3) شاهدن جا بيان فوجداري ضابطي جي قلم 161 ۽ 164 جي مطابق (4) جاءِ واردات تي يا قبضي ۾ ورتل سامان جو تفصيل (5) ميڊيڪل ۽ ڪيميڪل رپورٽون. اهي سڀ نقل لاڳاپيل پوليس جا تيار ڪيل هوندا آهن ۽ ڪيس جي ڪارروائي کان پهرين جوابدار کي ڏيڻ ان ڪري ضروري هوندو آهي تہ جيئن هو پنهنجي خلاف ڪيس ۾ مناسب نموني بچاءُ ڪري سگهي.

فرد جرم D- 265:

لاڳاپيل ڪورٽ سمورين پوليس رپورٽن ۽ جوابدر جي خلاف پيش شاهدين جي جانچ ڪانپوءِ جي ان نتيجي تي ٿي پهچي تہ جوابدار خلاف ڪيس جي ڪارروائي ڪري سگهجي ٿي تہ ملزم خلاف

تحريري فرد جرم عائد ڪري سگهي ٿي. ۽ جي اهو ٻڌائڻ ڪانپوءِ ملزم ڏوهه کان انڪار ڪري ته ڪيس هلڻ شروع ٿي ويندو آهي.

قلم: F-265 مطابق شاهدي رڪارڊ ڪرڻ:
فرد جرم عائد ٿيڻ ڪانپوءِ جي جوابدار پنهنجي ڏوهه کان انڪار ٿو ڪري ته پوءِ ضابطه فوجداري جي قلم F-265 جي مطابق فريادي ۽ ان جي شاهدن جا بيان قلم بند ڪيا ويندا آهن ۽ ٻي ڪارروائي وقت جوابدار پنهنجي صفائي ۾ ڪنهن شاهد کي پيش ڪرڻ گهري ته ڪورٽ جي اجازت سان ان کي اهو حق حاصل آهي ته هو پنهنجي صفائي ۾ پنهنجا شاهد پيش ڪري.

وڪيل ذريعي پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ ۽ شاهد ٻڌجڻ بابت جوابدار جو حق:
ضابطه فوجداري جي دفعه 340 موجب هر جوابدار کي اهو حق حاصل آهي ته هو وڪيل جي معرفت پنهنجو ڪيس وڙهي. اقبال جرم يا قبولداري نه ڪرڻ جي صورت ۾ انهن الزامن جي ترديد ۾ جوابدار قسم کڻي شاهدي ڏئي سگهي ٿو پر ان کي ڪنهن اهڙي جواب لاءِ نه ئي مجبور ڪري سگهجي ٿو ۽ نه ئي اميد ڪري سگهجي ٿي جنهن مان اهو اندازو لڳايو وڃي ته ان تي ڪنهن ٻئي ڏوهه جو الزام آهي يا ان ۾ ڏوهي ثابت ٿيو آهي يا سندس چال چلت نيڪ ناهي.

جوابدار جي موجودگي ۾ شاهدي:
ضابطه فوجداري (Cr. P.C) جي قلم 353 موجب جوابدار جي خلاف شاهدن جا بيان ان جي غير موجودگي ۾ قلمبند (Record) نٿا ڪري سگهجن ان ڪري مجبوري ۾ جوابدار جي غير موجودگي جي صورت ۾ ان جي وڪيل جي سامهون شاهدي قلمبند ڪري سگهجي.

شاهدي ريڪارڊ ڪرڻ جي پولي:

دفعہ 357 موجب عدالتي بيان ۽ شاهديون صوبائي حڪومتن ضلعي يا تعلقي جي مقرر ڪيل زبان ۾ قلمبند ڪيون وينديون آهن ۽ اهڙن سمورن بيانن تي عدالتي جج جي صحيح لازمي آهي ۽ شاهد يا شاهدن کي اهي بيان جوابدار آڏو پڙهي ٻڌائڻ ضروري آهي جيئن ڪا منٽ سٽ هجي تہ درست ڪئي وڃي.

شاهدين جو ترجمو:
دفعہ 361 مطابق جوابدار پاڻ عدالت ۾ موجود هجي ۽ شاهديءَ جي زبان نہ سمجهندو هجي تہ ان کي ان زبان ۾ شاهدي جي ترجمو لازمي سمجهائڻو آهي، جنهن کي هو سمجهندو هجي ۽ جوابدار جي غير موجودگي ۾ ان جو وڪيل موجود هجي ۽ شاهدي عدالت جي زبان کانسواءِ ڪنهن ٻي ٻولي ۾ قلمبند ڪئي وئي هجي جنهن کي جوابدار جو وڪيل نہ سمجهندو هجي تہ جوابدار جي وڪيل کي ان زبان ۾ ترجمو ڪري ٻڌايو وڃي، جيڪا هو سمجهندو هجي.
ضروري شاهدن کي شاهدي لاءِ حاضر ڪرڻ ۽ حاضر شخص جي شاهدي وٺڻ:
قلم 540 مطابق عدالت کي اهو اختيار حاصل آهي تہ هو ڪنهن بہ ماڻهو کي شاهد طور گهرائي پوءِ پلي هو ان ڪيس ۾ شاهد نہ بہ هجي. عدالت، ڪورٽ ۾ حاضر ڪنهن ماڻهو کي شاهد طور پنهنجي شهادت قلمبند ڪرڻ لاءِ چئي سگهي ٿي يا اهڙي شاهد کي شاهدي لاءِ ٻيهر گهرائي سگهي ٿي جنهنجي شاهدي اڳ ۾ بہ قلمبند ڪئي وئي هجي.

ڪن حالتن ۾ جوابدار جي غير حاضري ۾ ڪارروائي:
ضابطہ فوجداري جي دفعہ 540 A جي مطابق ڪنهن ڪارروائي ۾ جڏهن بہ يا ٻن کان وڌيڪ جوابدار عدالت جي روبرو هجن ۽ جي ڪورٽ کي اطمينان ٿي وڃي تہ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ جوابدار ڪورٽ جي ربرو حاضر ٿيڻ جي قابل نہ آهن ۽ جوابدار جي طرفان

ڪو وڪيل حاضر آهي تہ اهڙن جوابدارن جي حاضري درگذر ڪري سگهجي ٿي ۽ جوابدار جي غير حاضري ۾ ڪارروائي ڪري سگهجي ٿي، پر عدالت پاران جوابدار کي اها هدايت بہ جاري ڪئي ويندي آهي تہ جڏهن بہ عدالت ڪيس طلب ڪري تہ سندس حاضري عدالت ۾ لازمي آهي.

ضمانت جي منسوخي:

دفعہ 497 (5): جيڪڏهن جعلسازي ذريعي يا عدالت کان صحيح صورتحال لڪائي ڪو جوابدار ضمانت حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي يا جي ڪو جوابدار ضمانت تي آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ عدالت مان غير حاضر ٿئي ٿو يا ضمانت جو ناجائز فائدو وٺي ٿو يعني ٻين ڏوهن ۾ ملوث ٿيندو آهي يا فريادي جي ڪيس تي اثر ٿيڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ شاهدن کي لالچائي يا ڌمڪائي ثبوت متاثڻ جي ۽ شاهدن کي عدالت کان پري رکڻ يا پنهنجي حق ۾ بيان ڏيارڻ جي ڪوشش ڪندو آهي تہ عدالت پنهنجي صوابديدي اختيار هيٺ ضمانت واپس وٺي ڪيس جيل موڪلي سگهجي ٿو.

سزا ٿيڻ کان پوءِ ضمانت جو طريقہ ڪار:

قلم: 426 (Cr. P. C)مطابق جي ڪنهن ماڻهو کي ڪنهن ڏوهہ ۾ سزا ٿي وڃي ۽ ان سزا خلاف اهو ماڻهو اپيل داخل ڪري تہ اهو ماڻهو ڇاڻايل ضابطہ فوجداري جي دفعہ 426 مطابق سزا جي عارضي معطلي ۽ ضمانت تي آزادي جي درخواست ڏئي سگهي ٿو.

نوٽ: دفعہ 426 جي مطابق فيصلو عدالت جي مرضي تي ڇڏيل آهي.

ضمانت جي رقم:

گهٽو ڪري ڏٺو ويو آهي تہ ضمانت جي درخواست اڪلائڻ وقت، ضمانت جي رقم تمام ٻري رکي ويندي آهي، جنهن متعلق اعليٰ عدالتن پنهنجي فيصلي ۾ واضح طور پنهنجي ماتحت عدالتن کي هدايت ڪئي آهي تہ هو ضمانت جي رقم جوابدار جي مالي حيثيت

کي نظر ۾ رکندي تجويز ڪن. خاص ڪري عورتن ۽ ٻارن جي ڪيسن ۾ ضمانت جي رقم مناسب هئڻ کپي ته جيئن جوابدار ان جو انتظام ڪري سگهي نه ته اهو ائين ئي ٿيو ته ڪورٽ ضمانت رد ڪري ڇڏي، ڇاڪاڻ جو ضمانت جي درخواست منظور ٿيڻ کان پوءِ به جوابدار جيل مان آزاد نه ٿي سگهندو آهي. انهيءَ ڪري اعليٰ عدالتن جي هدايتن جي روشني ۾ ضمانت جي مناسب رقم مقرر ڪرڻ جو مقصد جوابدار کي عدالت ۾ حاضر ٿيڻ جو پابند ڪرڻ آهي نه ڪي ان کي سزا ڏيڻ ۽ اها رقم(Surety) ڪورٽ کي درخواست ڏئي گهٽ ڪرائي سگهجي ٿي.

ضمانت جي درخواست جو نمونو:
بعدالت ڊسٽرڪٽ و سيشن جج ضلع دادو
سيشن ڪيس نمبر 1997ع / Nil
سرڪار بنام ا. ب. ج ولد د. ز. ر
مسلم، بالغ موجوده رهائش سينٽرل جيل دادو

ايف آئي آر/ 1997 Nil
زير دفع 504 پي پي سي ۽ 14 حدود
ضمانت لاءِ درخواست مطابق دفعه 497 ضابطه فوجداري:
ضمانت واسطي درخواست پاران مٿي ڄاڻايل جوابدار ۾ عدالت اعليٰ کان درخواست ڪئي وڃي ٿي ته جوابدار کي هيٺ ڄاڻايل حقيقتن ۽ سببن جي بنياد تي آزادي جو حڪم جاري فرمائي.

حقيقتون:
حقيقتون مطابق ايف آئي آر مختصراً هيٺ ڄاڻايل آهن. FIR جا مک نقطا:

سبب ۽ دليل
1- اها معقول ڳالهه ڪا نه آهي جنهن جي بنياد تي جوابدار ڄاڻايل الزام جو ملزم آهي.

2- اهو تہ ملزم بي قصور ۽ معصوم آهي ۽ انهيءَ کي متي ڏنل ڪيس ۾ پوليس وارن دشمني جي بنياد تي نامزد ڪري جوابدار بنايو آهي.

3- موٽر سائيڪل ۽ ڪهاڙي جي برآمدگي جوابدار تي مڙهي وئي آهي، جڏهن تہ جوابدار کان ڪا بہ قابل ذڪر شي نہ ملي سگهي آهي.

4- اهو تہ جيڪڏهن برآمدگي کي مجيو بہ وڃي تہ هي صرف چوري شده شيءِ جي برآمدگي جو ڪيس آهي.

5- ۽ اهو تہ متئين ڪيس ۾ وڌ کان وڌ سزا 3 سال آهي، جيڪا ضابطہ فوجداري جي دفعہ 497 جي پابندي مطابق نہ آهي.

6- اهو تہ جوابدار قانون جو پابند ۽ احترام ڪندڙ شريف شهري آهي ۽ ان کي اڳ ۾ ڪنهن بہ ڏوهہ ۾ گرفتار ناهي ڪيو ويو ۽ نہ ئي هن ڪنهن عدالت مان سزا ڪاٽي آهي.

7- اهو تہ جوابدار جونالو ايف آئي آر ۾ درج ناهي.

8- اهو تہ جوابدار دادو جو مستقل رهائشي آهي ۽ هن جو متئين ڪورٽ مان مفرور ٿيڻ جو نہ ارادو آهي ۽ نہ ئي گنجائش آهي.

9- اهو تہ جوابدار ڪورٽ جي اطمينان لاءِ مناسب ضمانت ڏيڻ لاءِ تيار آهي.

10- اهو تہ سمورا سبب هن درخواست جي ٻڌڻين دوران ڪورٽ جي اجازت سان بحث هيٺ آندا ويندا.

دادو مورخہ 15 آڪٽوبر 1997ع

نالو جوابدار ۽ صحيح يا وڪيل ۽ صحيح

بيرڪ نمبر

جيل جو نالو

اپيل داخل ڪرڻ جو طريقہ ڪار:

اپيل جيڪا ڪنهن فيصلي خلاف اعليٰ عدالتن ۾ داخل ڪئي ويندي آهي، اها استحقاق جي حيثيت رکي ٿي. داخل ڪرڻ وقت ان کي استحقاق طور قبول ڪيو ويندو ۽ باقاعده ڪارروائي وقت ان

جي قانوني ۽ ٻين پاسن جو جائزو ورتو ويندو آهي ۽ انهن جي روشني ۾ عدالت يعني جنهن جي روبرو اپيل ڪئي وئي آهي اپيل جي منظوري يا رد ڪرڻ جو فيصلو ڪندي.

قلم: 407: ضابطہ فوجداري جي دفعہ 407 جي هيٺين دفعہ (1) مطابق ٻئين ۽ ٽئين درجي ميجسٽريٽ جي ڪورٽن مان سزا ٻڌائي وڃي ٿي تہ انهيءَ سزا خلاف اپيل سيشن ڪورٽ ۾ داخل ڪئي ويندي، جڏهن تہ سيشن ڪورٽ جي ٻڌايل سزا خلاف هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل ٿيندي.

اپيل داخل ڪرڻ لاءِ مقرر وقت:

(1) سزاءِ موت خلاف اپيل: سزا جو اعلان ٿيڻ کان پوءِ 7 ڏينهن اندر اپيل داخل ڪرڻ لازم آهي.

(2) ٻين سزائن جي خلاف عدالت عاليہ (High Court) ۾ اپيل سزا جو اعلان ٿيڻ ڪانپوءِ 60 ڏينهن اندر اپيل داخل ڪرڻي هوندي آهي.

(3) عدالت عاليہ کان سواءِ ٻين عدالتن ۾ اپيل: سزا جي اعلان ڪرڻ ڪانپوءِ 30 ڏينهن اندر اپيل داخل ڪرڻي هوندي آهي.

نوٽ: جي حدود آرڊيننس 1979ع مطابق سزا ٻڌائي وئي هجي ۽ سزا جو مدو 5 سالن کان مٿي هجي تہ اپيل وفاقي شرعي ڪورٽ ۾ 30 ڏينهن اندر داخل ڪرڻي هوندي.

اپيل داخل ڪرڻ جي درخواست جو نمونو:

روبرو عدالت عاليہ ڪراچي سنڌ

گل محمد ولد محمد علي

مسلم بالغ رهائش موجوده

ڊسٽرڪٽ جيل ٺٽو،

فوجداري اپيل نمبر............

ايف آئي آر نمبر 997/ Nil

زير قلم 337، 324 پي پي سي

ٿاڻو، ساڪرو ٺٽو.

اپيل زير دفعہ 410 ضابطہ فوجداري:
متاثر غير مطمئن ٿيندڙ فيصلي تاريخ.......... اعلان ٿيل از عدالت ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج ضلع ٺٽو، جنھن مطابق اپيل ڪندڙ مٿي ڏنل کي 10 سالن جي سزا ٻڌائي وئي. ان ڪري عدالت کان گذارش ڪئي وڃي ٿي تہ، مون (جوابدار) طرفان سيشن جج جو فائل، ريڪارڊ گھرايو وڃي ۽ ڪارروائي کان پوءِ ڄاڻايل ڏر جي مٿئين سزا کي ڪالعدم قرار ڏنو وڃي، هيٺ ڏنل حقيقتن ۽ سببن جي روشني ۾،

حقيقتون:
مختصراً ڪيس جون حقيقتون هن طرح آهن:
(مختصر احوال) اهو تہ فريادي چار شاهد پيش ڪيا جنھن مان شاهد نمبر هڪ فريادي احمد غني ولد تميز گل، شاهد نمبر 2 اشرف چانڊيو، شاهد نمبر 3 سپاهي انور علي ۽ جانچ آفيسر انسپيڪٽر علي خان.
اهو تہ اپيل ڪرڻ وارن جو بيان قلم 342 ضابطہ فوجداري مطابق ورتو ويو، جنھن ۾ انھن ڏوھ جي صحت کان انڪار ڪيو ۽ حلفيہ بيان زير قلم (2) 340 ضابطہ فوجداري ريڪارڊ ڪرايو.
اهو تہ سيشن جج فريادي جي بيانن جي روشني ۾ اپيل ڪندڙ کي سزا جو حڪم ٻڌايو، جنھن جي بنياد تي موجوده اپيل داخل ڪئي ٿي وڃي.
هيٺ ڏنل سببن ۽ دليلن جي بنياد تي،

سبب:
(1) اهو تہ سزا جو فيصلو قانون ۽ حالتن سان مطابقت نٿو رکي.
(2) اهو تہ اپيل ڪندڙ بيگناھ ۽ معصوم آهي، جنھن کي مٿي ڏنل ٿاڻي جي عملدارن بدنيتي جي بنياد تي مٿئين ڪيس ۾ ملوث ڪيو آهي.
(3) اهو تہ فريادي جي شاهدن جي بيانن ۾ اهم ۽ تمام گھڻا تضاد آهن، جيڪي ڪيس ۾ شڪ ۽ شبهي جو سبب آهن.

(4) اهو تہ مذڪوره شاهد پوليس جو شاهد آهي، جنهن جي شاهدي تي يقين ڪرڻ کان پهرين ڪيس جي سيني پاسن کي نظر ۾ رکيو ويندو.

(5) اهو تہ شڪايتي وڏ ۾ وڏ شاهد نمبر 3 سپاهي انور علي جي بيانن تي زور ڏنو آهي جيڪو سامان ۾ لٽ.جي برآمدگي جو شاهد آهي.

(6) اهو تہ جهيڙي جي ۾ برآمدگي جي ٻيءَ ڪنهن بہ سپورٽ نہ ڪئي آهي.

(7) اهو تہ محترم ڊسٽرڪٽ ۾ سيشن جج صاحب، شاهدن جي بيانن ۾ جيڪي تضاد آهن انهن کي پنهنجي فيصلي ۾ زير بحث يا زير غور نہ آندو آهي.

(8) وڌيڪ اهو تہ اپيل ڪندڙ پنهنجي خاندان جو اڪيلو ڪمائيندڙ آهي ۽ انهيءَ جي جيل ۾ هجڻ نہ رڳو ان کي پر سڄي خاندان کي مسئلي ۾ وڌو آهي.

(9) اهو تہ محترم ڊسٽرڪٽ ۾ سيشن جج هڪ سخت سزا بنان ڪنهن معقول سبب ڏني آهي، جيڪا ڪيس جي حالتن ۾ واقعن سان مطابقت نٿي رکي.

(10) اهو تہ اپيل ڪندڙ ان ڳالهہ جو حقدار آهي تہ متئين ڪيس ۾ شڪ جو فائدو حاصل ڪندي بري ٿيڻ جي حقدار ٿئي جيڪو فريادي جي ڪيس ۾ غلط بياني جي بنياد تي جنم وٺي ٿو.

(11) اهو تہ فيصلي جي تصديق ٿيل نقل هن اپيل سان لاڳاپيل آهي.

عرض (Prayer):

متي ڏنل حقيقتن ۾ سببن کي نظر ۾ رکندي اپيل ڪندڙ عرض ڪري ٿو تہ سزايابي جي فيصلي تاريخ مورخہ.......... کي ڪالعدم ڏنو وڃي ۽ اپيل ڪندڙ کي بري ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو وڃي.
يا

ڪيس ڪي پيهر ڊسٽرڪٽ ۽ سيشن جج صاحب ڪي ڪارروائي لاءِ موڪليو وڃي جيئن قانون ۽ واقعن ۽ شاهدن جي بيانن جي روشني ۾ انصاف جا معيار پورا ٿين.
عرض انصاف جي وڏ وڙائي لاءِ ڪيو ويو آهي.
اپيل ڪندڙ        ننو تاريخ..............
نالو ڏوهي/ جوابدار
بيرڪ نمبر
جيل جو نالو

سزا ڪانپوءِ ضمانت جي درخواست جو نمونو:

نالي سرڪار................. جوابدار
درخواست زير قلم 426 ضابطہ فوجداري ضمانت لاءِ:
اپيل ڪندڙ پاران ضمانت جي درخواست ۾ مٿي ڏنل عدالت ڪي اضافي درخواست ڪري ٿو تہ اپيل ڪندڙ مٿي ڏنل ڪي گرفتاري ڪانپوءِ سزا جي معطلي لاءِ ضمانت تي آزادي جو حڪم ڏنو وڃي، هيٺ ڏنل سببن جي بنياد تي.

سبب:

(1) حقيتون ۽ سبب جيڪي اپيل جي درخواست ۾ ڏنل آهن تن کي هن درخواست جو حصو تصور ڪيو وڃي.
اهو تہ سزايابي جو فيصلو قانون ۽ حالتن سان مطابقت نٿو رکي.
(2) اهو تہ اپيل ڪندڙ بي گناهہ ۽ معصوم آهي جنهن جو مٿي ڏوهہ سان ڪو بہ واسطو ناهي.
(3) اهو تہ اپيل ڪندڙ کي مٿئين ٿاڻي جي عملدارن بدنيتي جي بنياد تي مٿئين ڪيس ۾ ملوث ڪيو آهي.

(4) وڏيڪ اهو تہ اپيل ڪندڙ پنهنجي خاندان جو اڪيلو ڪمائيندڙ آهي ۽ انهي جي جيل ۾ موجودگي نہ رڳو اُن ڪي پر سڄي خاندان کي مسئلي ۾ وڌو آهي.
(6) اهو تہ اپيل ڪندڙ ضمانت جي رعايت ڪي غلط استعمال نہ ڪندو.
(7) اهو تہ ضمانت جي ڏيڻ سان انصاف جون گهرجون پوريون ٿينديون.
(8) اهو تہ اپيل ڪندڙ ڪورٽ جي اطمينان لاءِ مناسب ضمانت ڏيڻ لاءِ تيار آهي.

اپيل ڪندڙ تاريخ................
نالو ڏوهي/ جوابدار
بيرڪ نمبر
جيل جو نالو

متفرق درخواستون:
ملزم جي حاضري معاف ڪرڻ:
قلم 205 (1) ضابطہ فوجداري جي دفعہ 205 جي هيٺين قلم:
(1) جي مطابق مئجسٽريٽ کي اهو اختيار حاصل آهي تہ اهو ڪنهن ڏوهي کي انهيءَ جي ذاتي حاضري ڪان معاف ڪري ۽ وڪيل معرفت تحت جي حاضري جي اجازت ڏي.

ڪيس جي ڪارروائي روڪڻ:
قلم 249 ضابطہ فوجداري جي تحت مئجسٽريٽ کي اختيار حاصل آهي تہ جي ڪنهن ڪيس ۾ شاهد حاضر نہ هجي يا اُن جي هڪدم حاضري ممڪن نہ هجي تہ اهڙي صورت ۾اهو ڪيس جي ڪارروائي روڪي ڇڏي جيسين شاهد ملي نہ سگهي.

ڪنهن بہ مرحلي تي آزاد ڪرڻ جا مئجسٽريٽ جا اختيار:
دفعہ 249-A ضابطہ فوجداري مطابق مئجسٽريٽ کي اختيار حاصل آهي تہ ڪيس جي ڪارروائي جي هلندي ڪنهن بہ موقعي تي اهو

محسوس ڪري تہ مٿئين ڪيس ۾ جوابدار يا جوابدارن کي سزا نٿي ٿي سگهي يا ڪيس ڪوڙو آهي تہ سبب بيان ڪندي جوابدار يا جوابدارن جيءِ آزادي جو فيصلو ڪري سگهي ٿو.

جوابدار کي ڪنهن مرحلي تي آزاد ڪرڻ جو سيشن جج جو اختيار:
قلم 265-K ضابطہ فوجداري مطابق سيشن جج کي بہ اهي اختيار حاصل آهن، جيڪي 249-A مطابق مئجسٽريٽ کي حاصل آهن.

عدالت جيءِ اجازت سان راضي نامو داخل ڪرڻ:
دفعہ 345 ضابطہ فوجداري جي ذيلي قلم (2) مطابق ڪورٽ ۾ جوابدار ۽ فريادي راضي نامہ جي درخواست ڏئي سگهن ٿا ۽ عدالت جي اجازت کانپوءِ سندن ڪيس ۾ وڌيڪ ڪارروائي قانون مطابق ڪئي ويندي ۽ جوابدار جي آزادي جو فيصلو ڪيو ويندو.
پيٽ سان عورت جي سزاءِ موت جي تبديلي يا عمر قيد ۾ تبديلي:
دفعہ 382: جيڪڏهن ڪنهن عورت کي موت جي سزا ٿي وڃي ۽ خبر پوي تہ عورت پيٽ سان آهي تہ هاءِ ڪورٽ کي اختيار آهي تہ هو ضابطہ فوجداري جي قلم 382 مطابق موت جي سزا تبديل ڪري يا جي مناسب سمجهي تہ موت جي سزا کي عمر قيد ۾ تبديل ڪري.

سزا جي وقت جيل ۾ گذاريل وقت شامل ڪرڻ:
دفعہ 382-B تحت ڪنهن ڪيس ۾ ڪنهن جوابدار کي سزا ٿي وڃي ۽ سزا جي وقت جوابدار مٿي ڏنل ضمانت تي عارضي طور تي قيد مان آزاد ٿيو هجي تہ اهڙو جوابدار جي ضمانت ٿيڻ کان اڳ جيل ۾ ڪجهہ وقت رهيو هجي تہ اهو وقت ان جي سزا ۾ شامل ڪيو ويندو ۽ جي ڪنهن سبب ڪري عدالت جيڪا سزا جو حڪم ڏئي ٿي پنهنجي فيصلي ۾ ان طرح جي رعايت نہ ڏي تہ جوابدار مٿي ڏنل ضابطہ فوجداري جي قلم 382-B جي مطابق عدالت ۾ درخواست ڏئي سگهي ٿو.

# نڪاح نامي جي اهميت

نڪاح هڪ سماجي معاهدو (Civil Contract) آهي، جيڪو ٻن فردن جي وچ ۾ رضا ۽ خوشيءَ جي عمل سان مڪمل ٿيندو آهي. موجوده مسلم فيملي قانون 1961ع مطابق هن جي رجسٽريشن لازمي قرار ڏني وئي. ان سلسلي ۾ نڪاح نامو هڪ ضروري قانوني اهم دستاويز آهي. جنهن جي ذريعي ٻن فردن (مڙس، زال) جا حق ۽ فرض طئہ ٿيندا آهن، جيئن بعد ۾ مشڪلاتن ۽ قانوني پيچيدگين کان بچي سگهجي. نڪاح نامي جا سمورا ڪالم انتهائي احتياط سان پرڻ جي ضرورت آهي. پر عام طور هن اهم دستاويز کي نڪاح خوان صاحبان جي رحم ۽ ڪرم تي ڇڏيو ويندو آهي، جيڪي پنهنجي آساني ۽ اٽڪاٽائيءَ جي ڪري ان کي نامڪمل ڇڏيو ڏين.

اڪثر ماڻهو نڪاح جي اهميت کان اڻڄاڻ آهن انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ انهن کي نڪاح نامي جي اهميت جو احساس ڏياريو وڃي ڇاڪاڻ تہ عورت کي قانون ۽ مذهب سندس مستقبل جي باري ۾ جن نقطن کي يقيني بڻائڻ جي اجازت ڏني آهي، اهي نڪاح نامي جي ڪالمن کي صحيح طرح پرڻ سان ئي ممڪن آهن. نڪاح نامو نڪاح رجسٽرار، ڪورٽ يا ڪنهن بہ اسٽيشنري جي دڪان تان آساني سان ملي ويندو آهي. زال مڙس (جوڙي) لاءِ ضروري آهي تہ نڪاح کان پهرين هن فارم کي پڙهي ۽ سمجهي وٺن ۽ پوءِ گڏيل مرضي سان بيان ڪيل شرطون پاڻ طئي ڪري نڪاح پڙهائيندڙ کي ڏين جيئن هو انهيءَ مطابق نڪاح نامو پري وٺي. صحيح ڪان پوءِ نڪاح نامي جي هڪ هڪ ڪاپي جوڙي زال مڙس کي ڏني ويندي، جيئن تہ نڪاح وقت اهو فرض خاندان جا بزرگ طئہ ڪندا آهن، تنهنڪري انهن لاءِ بہ ضروري آهي تہ اهي نڪاح نامي ۾ موجود ڪالمن کان مڪمل طرح واقف هجن ۽ ان ۾ ڏنل سموريون شرطون پاڻ ترتيب سان گڏجي مڪمل ڪن ۽ ڪو بہ ڪالم خالي نہ ڇڏين.

# نڪاح نامي جا بنيادي جزا

**(1) عام معلومات (ڪالم 1 کان 12)**

هن ڪالم ۾ گهوٽ ڪنوار جي عمر، ضلعو، ولديت، وارڊ جو نالو جوڙي جي طرفان مقرر ڪيل شاهد، شادي ٿيڻ جي تاريخ ۽ اهو پڻ ته آيا ڪنوار ڪنواري آهي يا بيواهه يا طلاق يافته آهي، شامل هوندو آهي.

**(2) حق مهر (13 کان 16)**

حق مهر جو نڪاح نامي ۾ لکڻ تمام ضروري آهي، جيڪو عورت جو شرعي ۽ قانوني حق آهي. اڪثر ماڻهو سادا پنجيهه روپيه مهر مقرر ڪري ان ڪي غلط فهمي سان شرعي مهر قرار ڏين ٿا، جيڪو بلڪل غلط آهي ۽ نه ئي ان جي ڪا شرعي يا قانوني حيثيت آهي. حضرت فاطمه رضه جي حق مهر کي اڄ جو شرعي حق مهر قرار ڏيڻ ان لاءِ به مناسب نه آهي جو ان وقت جي سادن پنجيهه درهمن جي قدر و قيمت اڄڪلهه جي پنجيهه روپين کان تمام وڌيڪ آهي. حق مهر جي مقرري يا ان جي گهٽ ۾ گهٽ ۽ وڌ ۾ وڌ حد متعلق ڪو به شرعي حڪم موجود نه آهي، ته جيئن جوڙا زال مڙس ان جو پورائو پنهنجي حيثيت مطابق ڪري سگهن. نڪاح فارم جي ڪالم ۾ مهر جي اهميت ليکي ويندي آهي ته آيا اها معجل آهي يا مؤجل. اهڙي طرح جيڪڏهن مهر جو ڪجهه حصو شادي جي موقعي تي ادا ڪيو ويو هجي ته ڪالم 15 ۾ ان جو مقدار لکيو ويندو آهي ۽ جيڪڏهن حق مهر جي بدلي ۾ ڪا جائيداد وغيره ڏني وئي هجي ته ڪالم 16 ۾ ان جي مقدار ۽ زال مڙس جي وچ ۾ ان جي طئي ٿيل قيمت جو ذڪر ڪيو ويندو آهي.

## حق مهر جا قسم

(1) مهر معجل (Prompt Dower) جيڪو رخصتي کان فوراً پوءِ يا زال جي گهرڻ تي ادا ڪرڻ لازمي آهي.

(2) مهر موجل (Deferred Dower) جيڪو ازدواجي تعلق ختم ٿيڻ يعني طلاق يا وفات جي صورت ۾ ڏيڻ جوڳو ٿي ويندو آهي.

(3) خاص شرطون

ڪالم 17 خاص شرطن جي متعلق آهي جنهن جي هڪ خاص اهميت آهي، ڪو اهم شرط مثال طور ناراضگي جي صورت يا ناچاقي ۾ زال يا ٻارن جي ڪاڌي پيتي جي ادائيگي ڪهڙي طرح ٿيندي ۽ اهو پڻ ته تحريري رضامندي کان سوا زال جو حق مهر معاف ڪرڻ يا بخشش ڪرڻ مڃيو نه ويندو وغيره ڪالم نمبر 17 ۾ واضح طور لکڻ کپن.

(4) طلاق تفويض (ڪالم 18)

نڪاح نامي جو هي ڪالم جيترو اهم آهي اوترو ئي آساني سان نظرانداز ڪيو ويندو آهي. حالانڪ هي ڪالم عورت جي تحفظ لاءِ اثرائتو بنياد فراهم ڪندو آهي. جيڪڏهن مڙس زال کي طلاق جو حق ڏئي ڇڏيو هجي ته انهيءَ ڪالم ۾ ان کي داخل ڪيو ويندو آهي ۽ جيڪڏهن مڙس ان باري ۾ ڪجهه شرطون لاڳو ڪيون هجن ته اهي به شامل ڪيون وينديون آهن ته جيئن نڪاح جي ٽٽڻ جي قانوني مشڪلاتن کان بچي سگهجي. جيئن ته طلاق هڪ انتهائي قدم آهي ۽ هميشه مجبوري جي صورتحال ۾ کنيو ويندو آهي، طلاق لاءِ ڪيس داخل ٿيڻ جي صورت ۾ وڏي في ادا ڪرڻي پوندي آهي، شاهد پيش ڪرڻا پوندا آهن ۽ ان ڪانسواءِ انتهائي نامناسب قسم جي الزامن کي منهن ڏيڻو پوندو آهي ۽ اهڙي طرح نه صرف عورت کي بلڪ ان جي پوري خاندان کي هڪ ڏکي ناخوشگوار عمل مان گذرڻو پوندو آهي. انهيءَ ذهني اذيت ۽ مشڪلاتن کان بچڻ لاءِ جيڪڏهن نڪاح دوران ئي ذڪر ڪيل ڪالمن کي ڀريو وڃي ته پوءِ جي مشڪلاتن کان بچي سگهجي ٿو. طلاق تفويض جو طريقيڪار آهي ته مڙس زال کي مشروط يا غير مشروط طور تي حق طلاق تفويض ڪندو آهي ته هو جڏهن چاهي مقرر ڪيل شرطن جي آڌار تي هن حق کي استعمال ڪندي

پنهنجي پاڻ کي مڙس جي زوجيت کان آزاد ڪري سگهي ٿي، جنهن جو نوٽيس زير قلم 7 مسلم عائلي قانون تحت مڙس ۽ چيئرمين ثالثي ڪائونسل کي به ڏيڻ ضروري آهي.

(5) مڙس جي حق طلاق تي پابندي (ڪالم 19)

هن ڪالم کي به اڪثر ڪري ڪٽيو ويندو آهي ۽ اهڙي طرح مرد طلاق ڏيڻ ۾ مڪمل طور تي آزاد ٿي ويندو آهي. هن ڪالم ۾ مڙس جي طلاق جي حق تي مشروط پابندي لڳائي سگهجي ٿي پر شرط اهو ته اها پابندي قانون خلاف نه هجي ۽ انهيءَ تي قانونن عمل درآمد ڪرائي سگهجي، مثال طور حق مهر جي فوري ادائيگي ۽ ٻارن جي حفاظت جي ذميدار ماءُ هوندي.

(6) حق مهر ۾ ڪاڏي ڏيڻي جو ذڪر (ڪالم 20)

جيڪڏهن شادي جي موقعي تي حق مهر جي سلسلي ۾ دستاويز تيار ڪيو ويو هجي ته انهيءَ کي پرڻ لاءِ ڪالم نمبر 20 رکيو ويو آهي ته جيئن تحرير جو حوالو رڪارڊ تي اچي وڃي.

(7) ٻي شادي لاءِ اجازت نامو (ڪالم 21، 22)

ٻي شادي جي صورت ۾ لاڳو ڪيل قانونن مطابق پهرين زال ۽ چيئرمين ثالثي ڪائونسل جو اجازت نامو وٺڻ ضروري آهي، تنهنڪري ٻي شادي جي صورت ۾ نڪاح وقت ڪالم نمبر 21 کي به ضرور پرڻ کپي ۽ ان ۾ ٻي شادي جي اجازت ملڻ جي تاريخ به شامل ڪرڻ کپي.

(8) رجسٽريشن:

نڪاح نامي کي اثردار بنائڻ لاءِ ان کي 1961ع جي قانون جي قلم 5 تحت پنهنجي وارڊ (يونين ڪائونسل) جي نڪاح رجسٽرار وٽ رجسٽر ڪرائڻ ضروري آهي. نڪاح پڙهائيندڙ ڪير به ٿي سگهي ٿو پر نڪاح رجسٽرار اهو ٿي هوندو جيڪو قانوني طور مقرر ڪيل هوندو. نڪاح پڙهائيندڙ لاءِ ضروري آهي ته هو نڪاح نامو رجسٽر ڪرائي نه ته ذڪر ڪيل قانون جي قلم 5 تحت ٽي مهينا قيد يا هڪ هزار روپيه ڏنڊ يا ٻئي سزائون ڏيئي سگهجن ٿيون. شرعي اعتبار سان رجسٽريشن بغير به نڪاح ٿي سگهي ٿو پر قانوني طور ان ۾ کوٽ رهجي ويندي.

مستقبل جي پريشانين کان بچڻ لاءِ ضروري آهي تہ نڪاح نامي ۾ سمورين شامل ڪيل ڳالهين کي زال مڙس جي گڏيل رضامندي سان طئہ ڪري پري ڇڏجي. نڪاح نامي جي قلم 18 تحت حاصل حق طلاق تفويض جي صورت ۾ عورت کي بہ چيئرمين ثالثي ڪائونسل کي اهڙي ريت نوٽيس ڏيڻ کپي جهڙي طرح مڙس لاءِ ڏيڻ ضروري هوندو آهي.
نڪاح نامي جي آخر ۾ گهوٽ يا ان جي وڪيل جي صحيح، گهوٽ جي وڪيل جي مقرري جي ٻن شاهدن جي صحيح، ڪنوار جي صحيح، ڪنوار جي وڪيل جي صحيح، ڪنوار جي وڪيل جي بدايل ٻن شاهدن جون صحيحون، شادي جي ٻن شاهدن جي صحيح ۽ نڪاح جي پڙهائيندڙ جي صحيح لازمي آهن. آخر ۾ نڪاح رجسٽرار پنهنجي صحيح ۽ مهر (Stamp) لڳائيندو آهي.

## JUDICIAL HIERARCHY

مانواري سپريم ڪورٽ

فيڊرل شريعت ڪورٽ

هاءِ ڪورٽس

سيشن ڪورٽ - ADJs

جيوڊيشل مئجسٽريٽس/ سول ججز

# خريدار يا صارفين جا قانوني حق

قانون ڏيتي ليتي جي باري ۾ خريدار ۽ وڪرو ڪندڙ پنهي جا حق ۽ فرض مقرر ڪري ٿو. هر فرد جيڪو قيمت ڏيڻ جي بدلي ۾ ڪجهہ خريد ڪندو آهي يا قيمت ادا ڪرڻ جي عيوض ڪنهن جون خدمتون حاصل ڪندو آهي، خريدار سڏجي ٿو. خريدار جي لاءِ ضروري آهي تہ ڪا بہ شئي خريد ڪرڻ کان پهرين سٺي طريقي سان ان جا جانچ پڙتال ڪري ۽ انهيءَ ڳالهہ جو اطمينان ڪري وٺي تہ جيڪا شئي خريد ڪئي پئي وڃي، ان شئي جو معيار، ترڪيب، مقدار ۽ بناوت غلط طريقي سان بيان نہ ڪئي وئي هجي. جيڪڏهن اها پيڪنگ جي صورت ۾ آهي تہ گهربل شئي جئي ٺهڻ واري تاريخ (Date of manufacturing) يا (Date of Expiry) خاتمي جي تاريخ کي ضرور مدنظر رکڻ گهرجي. تاريخ ختم ٿيڻ کانپوءِ اهو سمجهيو ويندو تہ موجوده شئي پنهنجي مدت پوري ڪري چڪي آهي. اهڙي حالت ۾ شيون چاهي کاڌي پيتي جون هجن يا دوائون ۽ ڪاسميٽڪس هجن يا ٻيون ضروري شيون هجن انهن کي ضايع ڪرڻ ضروري هوندو آهي. چو تہ ان سان انساني جان کي خطرو هجڻ جو انديشو هوندو آهي. ٻي صورت ۾ اهڙي ڏيتي ليتي غير قانوني سمجهي ويندي جنهن تحت ڪنهن اهڙي شئي جي خريد ۽ وڪرو ٿيندو هجي جيڪا ڪارڪردگي جي لحاظ کان غير معياري هجي يا پراڻي، خراب، پنهنجي فائدي جي لحاظ کان صحيح نہ هجي.

خريدڻ ۽ وڪڻڻ جو معاملو عموماً زباني يا لکت ۾ ڪيو ويجي ٿو ۽ انهيءَ ۾ گهٽو ڪري قيمت جو فيصلو ٻئي ڌريون پاڻ ڪنديون آهن. تنهنڪري اها ڳالهہ ضروري آهي تہ وڪرو ڪندڙ وٽ ان شئي جي وڪڻڻ جو ڪو قانوني اجازت نامو هجي، جيڪو حڪومت جي مقرر ڪيل قائدن ۽ قانونن تحت لائسنس جي صورت ۾ حاصل ڪري سگهجي ٿو.

جيڪڏهن ڪو واپرائيندڙ ڪنهن جون خدمتون حاصل ڪندو آهي جيئن ڊاڪٽر، انجنيئر، وڪيل، حڪيم، تعليمي ادارو،

ٽرانسپورٽ، هوائي ڪمپني، محڪمه تعميرات، ڪا به رجسٽرڊ انشورنس ڪمپني، واپڊا وغيره ته اهڙي حاصل ٿيل سهولت جيڪڏهن غير معياري هجي ته خريدار يا واپرائيندڙ ان جي خلاف قانوني ڪارروائي جو حق محفوظ رکي ٿو.
اهڙي طرح وڪرو ڪندڙ جي ذميواري ٿئي ٿي ته هو مال جي وڪري وقت خريدار سان ان شيءِ جي باري ۾ صحيح اظهار (Express Warranty) ڪري يا معنا خيز اظهار (Implied Warranty) ڪري جيڪو معاهدي جي نوعيت مطابق طئي ڪيو وڃي. مثال طور مال جي قسم يا سني هجڻ جي نسبت سان معنوي ذميواري يا جيڪڏهن شيءِ جو وڪرو نموني (Sample) تي ڪيو وڃي ته اها ذميواري ته شيءِ نموني مطابق آهي ٻي صورت ۾ اهڙين شين جي باري ۾ غلط معلومات ڏني وڃي يا غلط بياني کان ڪم ورتو وڃي ته خريدار ان جي خلاف قانوني پڪار ڪري سگهي ٿو. مثلاً

1. ڪنهن جائداد جي حوالي سان غلط بيان جيئن ڪنهن عمارت، جڳهه يا زمين جي باري ۾ هي ٻڌائڻ ته تعمير متعلق پلان منظور شده منصوبي جي تحت آهي پر دراصل ذميوار اداري جو منظور شده نه هجي. يا،
2. ڪنهن ڊاڪٽر، انجنيئر، وڪيل، حڪيم، ٽيچر استاد يا روحاني عامل پنهنجي تجربي يا قابليت جي باري ۾ غلط بياني کان ڪم ورتو هجي ۽ غلط طريقي سان پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون هجن، جنهن سان خريدار کي نقصان پهتو هجي. يا،
3. ڪنهن اهڙي انعامي اسڪيم کي غلط طريقي سان متعارف ڪرائڻ يا مخصوص نمبر جي عيوض ڪنهن روڪ انعام يا وڏيڪ انعامن جو اعلان صرف دوکي ڏيڻ جي لاءِ ڪرڻ ته جيئن اهڙي طرح گهربل شئي وڪرو ٿي وڃي.

انهن سڀني شڪايتن جو ازالو ڪرڻ لاءِ في الحال تحفظ صارفين قانون اسلام آباد 1995ع لاڳو ڪيو ويو آهي انهيءَ ڪانسواءِ صوبي سرحد ۾ به اهڙو قانون لاڳو آهي. اسلام آباد جي ان قانون تحت

هڪ ڪائونسل ناهي وئي آهي، جنهن جا 13 ميمبر جهڙوڪ ميمبر پارليامينٽ، چيف ڪمشنر اسلام آباد، چيئرمين سي ڊي اي، دڪاندار ۽ واپارين جا نمائندا، وزارت خوراڪ ۽ زراعت، وزارت پيداوار ۽ صنعت، وزارت صحت، وزارت خزانہ وغيره جهڙن ادارن جا نمائنده شامل هوندا. جنهن جو ڪو بہ ميمبر جوائنٽ سيڪريٽري جي عهدي کان گهٽ نہ هوندو، جيڪڏهن ڪو بہ خريدار ڪورٽ آڏو ثابت ڪري وجي تہ خريدار جا حق مجروح ٿيا آهن تہ 2 سال قيد يا 40 هزار ڏنڊ يا ٻئي وجهي سگهجن ٿا.

# سفر جي دوران حادثي جي صورت ۾ معاوضو ڏيڻ جا اصول

شديد جسماني نقصان جو قانون (Fatal Accident Act 1855) اهڙن ماڻهن جيڪي حادثن ۾ زخمي ٿيا يا فوت ٿيا هجن انهن کي ۽ انهن جي وارثن کي معاوضو ڏيڻ متعلق آهي. هن قانون تحت جڏهن بہ ڪنهن جو موت ڪنهن شخص جي ڪوتاهي، عمل يا بي خيالي تحت ٿي وڃي تہ پوءِ ان جي وارثن کي معاوضو وٺڻ جو ائين حق حاصل آهي جيئن ان ماڻهو جو هو، جيڪڏهن اهو مري نہ ها. هن قانون ۾ قلم (1) جي تحت جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جو موت ڪنهن ماڻهوءَ جي لاپرواهي يا غفلت جي نتيجي ۾ ٿي تہ پوءِ هن جا وارث قانوني طور معاوضو وٺي ٿا سگهن. جاني نقصان يا حادثن ۾ عدالت واقعي کي سامهون رکندي مناسب معاوضو ڏيڻ جو حڪم ڏيندي آهي، ان قسم جا ڪيس وارثن جي حق ۾ ڪيا ويندا آهن ۽ حاصل ٿيندڙ معاوضو قانون مطابق اهڙي طريقي سان ورهائبو جيئن ورهاست ڪئي ويندي آهي.

عدالت معاوضو ڏيڻ وقت ماڻهوءَ جي زندگي ۽ آمدني کي مدنظر رکندي، مثلاً مري وڃڻ واري جي عمر 30 سال هئي ۽ پاڪستاني لحاظ کان عام طور عمر 60 سال کان 65 سالن تائين آهي، ان ريت بچيل عمر ۽ ماهوار خرچ غور هيٺ هوندو.

هن قانون کانسواءِ ملڪ ۾ بيا بہ ڪيترائي قانون آهن، جنهن تحت موت، مستقل يا عارضي معذوري جي صورت ۾ متاثر ماڻهوءَ يا ان جي وارثن کي مقرر ڪيل معاوضي جو حقدار قرار ڏنو ويو آهي.

مثال:

(1) مزدورن جي معاوضي جو قانون سن 1923ع
(The Work Man Compensation Act — 1923)

(2) قلم 95، 96، موٽر وهيڪل ايڪٽ سن 1939ع (Motor Vehicles Act- 1939)

(3) قلم 67 ۽ A 67 موٽر وهيڪل ايڪٽ سن 1965ع (Motor Vehicles Act — 1965)

(4) قلم 87 نيشنل هائي وي سيفٽي آرڊيننس 2000ع (National Highway safety Ordinance 2000)

مٿيان قانون نہ صرف معاوضو وٺڻ جو حق تسليم ڪن ٿا پر معاوضي ڏيڻ جو طريقہ ڪار بہ فراهم ڪن ٿا. مثال طور موٽر وهيڪل آرڊيننس سن 1965ع جي قلم 87 جي تحت جيڪڏهن ڪو ماڻهو حادثي جو شڪار ٿي ٿو وڃي تہ پوءِ ان کي هڪ فڪس ٿيل معاوضو ڏنو ويندو.

# غيرت يا ڪاروڪاري جي نالي تي قتل، اعليٰ عدالتن جي فيصلن جي نظرن ۾

پاڪستان جي آئين جي آرٽيڪل 9 تحت انساني زندگي ۽ ان جي آزادي جي ضمانت انهن لفظن ۾ ڏني وئي آهي ته ڪنهن به شخص کي بنا قانوني ڪارروائي جي زندگي يا آزادي کان محروم نه ڪيو ويندو. پاڪستان جي قانون جي قلم 300 تحت ڪو ماڻهو ڪنهن کي مارڻ جي نيت سان يا جسماني اذيت ڏيڻ جي نيت سان ڪو اهڙو ڪم ڪري وجهي جنهن سان هن جو موت ٿي وڃي ته اهڙو شخص قتل عمد جو ڏوهي چورائيندو. انسان جي زندگي نه صرف قانون بلڪ دين جي حڪمن تحت به محترم آهي ۽ بنا سبب انسان جي قتل کي انسانيت جو قتل چيو ويو آهي. غيرت جي نالي تي قتل به انهن ڏوهن ۾ شامل آهي جن تي اسان جي اعليٰ عدالتن نه صرف ناپسنديدگي جو اظهار ڪيو آهي بلڪ موجوده قانون جي تحت پڌڻ جوڳو ۽ سزا جوڳو قرار ڏنو آهي.

ان روشني ۾ ڪجهه اهميت جوڳن فيصلن جو جائزو پيش ڪيو وڃي ٿو. عدالت عظميٰ (Supreme Court) هڪ فيصلي 'محمد اڪرم خان خلاف سرڪار جيڪو (PLD 2001 SC 96) ۾ ڏنل آهي هن ڪيس ۾ فريادي مطابق جوابدار رائفل سان فائر ڪري فوتي کي قتل ڪري ڇڏيو. جوابدار پنهنجي بيان قلم 342 فوجداري قانون ۾ اهو موقف اختيار ڪيو ته فوتي جي ماروٽ جا ان جي ڀيڻ سان ناجائز تعلقات هئا ۽ جيئن ته واقعي واري ڏينهن هُن پنهنجي ڀيڻ کي زمين تي فوتيءَ سان ڪچهري ڪندي ڏٺو، هُن جو خيال هو ته فوتي پنهنجي ماروٽ جو نياپو سندس ڀيڻ لاءِ کڻي آيو آهي. يا هو اغوا ڪرڻ آيو آهي. ان تي غيرت ۾ اچي هن فوتي تي فائر ڪري ڇڏيو ۽ گهر وڃي واقعو پنهنجي پيءُ کي ٻڌايو. جنهن اِن کي پوليس جي حوالي ڪيو. سيشن جج جوابدار کي سزاءِ موت ٻڌائي جنهن جي خلاف جوابدار عدالت عاليه (High Court) ۾ اپيل داخل ڪئي جيڪا رد ٿي وئي. عدالت عظميٰ (Supreme Court) ۾ اهو ئي ڪيس بطور اپيل داخل ڪيو ويو، جنهن تي عدالت عظميٰ به اهو

بهانو تسليم نہ ڪيو ۽ اهو چيو تہ ڪنهن ڪي بہ قانوني ۽ اخلاقي لحاظ کان اهو حق نہ آهي تہ هو غيرت جي ناليٰ تي قانون کي پنهنجي هٿ ۾ کڻي، قانون يا مذهب غيرت جي ناليٰ تي ڪنهن کي قتل ڪرڻ جي اجازت نہ ٿو ڏئي. اهڙو عمل قابل نفرت ڏوهہ ۽ آئين جي بنيادي اصولن جي خلاف آهي. آخر ۾ عدالت عظميٰ فيصلو ڏنو تہ هن ڪيس ۾ غيرت جو بچاءُ سزا ۾ گهٽتائي جو سبب قرار نہ ٿو ڏئي سگهجي ۽ ڪيس جي سزاءِ موت بحال رکي وئي.

هڪ ٻي ڪيس عبدالزهير خلاف رياست (2000 SCMR 406) ۾ معاملو سڌي طرح ڪاروڪاري جي متعلق نہ هيو حالانڪہ عدالت عظميٰ (Supreme Court) جي 7 جج صاحبان ڪاروڪاري جي نتيجي ۾ ورتل غيرت کي بطور بچاءُ رد ڪري ڇڏيو. خاص طور اهڙي ڪيسن ۾ جنهن ۾ زال، ڀيڻ يا ڪنهن ٻي مائٽياڻي عورت جو قتل ان جي مرد مائٽ جي هٿان ٿيو هجي ۽ جنهن کي ڪاروڪاري جي الزام ۾ قتل ڪيو ويو هجي عدالت عظميٰ هن ڪيس ۾ جوابدار کي ماتحت عدالت مان ڏنل 14 سال جي سزا کي عمر قيد سخت ۾ وڌائي ڇڏيو.

ڪورٽ سڳوري پنهنجي فيصلي ۾ لکيو تہ اسلامي قانون جي مطابق ڪاوڙ جو بچاءُ يا غيرت جو بچاءُ قاتلن کي حاصل نہ آهي، اسلام کان اڳ عورتن کي ملڪيت طور سمجهيو ويندو هو. اسلام عورتن کي مردن جي برابر هڪ جهڙي حيثيت ڏني. سورت الاحزاب ۽ سورت البقره ۾ ان ڳالهہ کي چڱي طرح واضح ڪيو ويو آهي تہ عورتون پنهنجي حقن ۾ مردن جي برابر آهن. اسلام زال ۽ مڙس ۾ عليحدگي جي اجازت انتهائي مجبوري جي حالت ۾ ڏني آهي. مڙس پنهنجي زال کي فقط شڪ جي صورت ۾ بدڪردار نہ ٿو چاڻائي سگهي. مڙس کي هن جو بدڪردار ثابت ڪرڻو پوندو ۽ چئن شاهدن جيڪي قانون شهادت (تزڪيہ اشهود) تي پورا لهندا هجن، جي ذريعي الزام ثابت ڪرڻو پوندو. ديني طور ان جي باري ۾ فرمايو ويو آهي:

جيڪي ماڻهو پنهنجي زالن تي بدڪاري جو الزام لڳائين ۽ ان جو ڪو به شاهد ڪان سواءِ نه هجي ته اهڙن ماڻهن مان هرهڪ جو ثبوت هي آهي ته چار دفعه الله جو قسم کڻي چون ته هو سچن مان آهن.
۽ پنجون پيرو چون ته انهن تي الله جي لعنت هجي جي هو ڪوڙن منجهان هجن ۽ ان عورت تان سزا ائين ختم ٿي سگهي ٿي ته هو چار دفعه الله جو قسم کڻي چئي ته يقيناً هُن جو مڙس ڪوڙ ڳالهائڻ وارن مان آهي.
۽ پنجون پيرو چئي ته هن تي الله تعاليٰ جو غضب نازل ٿئي جي هُن جو مڙس سچن مان هجي. هائيڪورٽ بلوچستان جو هڪ هاڻوڪو فيصلو بعنوان محمد خان خلاف سرڪار ۽ ٻيا 2001) P.Cr.L.J 1766) پنهنجي حيثيت جي لحاظ کان تمام اهميت وارو آهي، سرڪار مطابق جوابدار غيرت جي نالي تي ٻه قتل ڪيا هئا. جنهن ۾ جوابدار پنهنجي زال ۽ ٻئي شخص کي قتل ڪيو هو. زال جو لاش گهر جي اندران مليو جڏهن ته ٻئي شخص جو لاش گهر جي ٻاهر ڪاليج جي ايراضي جي اندران مليو. جتي فوتي چوڪيدار هو. محترم جج صاحبان جن پنهنجي فيصلي ۾ مولانا تقي عثماني جي فيصلي تي انحصار ڪيو، جيڪو ڪيس بعنوان گل حسن ڪتاب (1998 PLD SC 633) ۾ لکيل آهي، جنهن مطابق ڪنهن عورت کي مارڻ اسلامي تعليمات جي خلاف آهي. ماڻهو اسلام جي لاءِ پنهنجي محبت جو اظهار ڪن ٿا ۽ پر عورتن جي معاملي ۾ قرآن ۽ سنت جي واضح احڪامن کي نظرانداز ڪن ٿا. درجنين معصوم عورتن جو قتل غيرت جي نالي ۾ ڪيو ويو آهي. جج صاحبان هن نتيجي تي پهتا ته جوابدار سوچيل سمجهيل منصوبي تحت هڪ قتل ڪرڻ بعد پنهنجي زال کي به قتل ڪري ڇڏيو ته جيئن هن کي غيرت جو نالو ڏئي سگهي. عدالت جي فيصلي مطابق جيڪڏهن ائين هيو به تڏهن به غيرت جي نالي قتل ڪرڻ جي گنجائش نه ملڪي قانون ۾ نه ئي اسلامي قانون ۾ آهي ۽ نه ئي اهڙي رسم و رواج جي سماج ۾ اجازت هئڻ گهرجي. عدالت، سيشن ڪورٽ جي عمر قيد سزا کي سزاءِ موت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو.

اهڙي طرح عدالت عاليہ (High Court) لاهور پنهنجي هڪ فيصلي ۾ ڪرمنل اپيل نمبر 197 سنہ 1999ع بعنوان رياست خلاف عبدالحميد ۾ جوابدار کي ملندڙ عمر قيد جي سزا وڏائي سزائي موت ۾ تبديل ڪري ڇڏي. عدالت عاليہ جو اهو فيصلو ان لحاظ کان بہ قابل تعريف آهي تہ هن جي نظر ۾ ڪنهن بہ انسان کي غيرت جي نالي تي قتل ڪرڻ جي اجازت نٿي ڏئي سگهجي. ڪيس مطابق فوتيءَ پنهنجي 14 سالہ ڀاڻيجي ۽ ان ئي ڳوٺ ۾ رهندڙ 18 سالہ نوجوان کي ناجائز تعلقات جي شڪ جي بنياد تي قتل ڪري ڇڏيو هو ۽ بيان ڏنائين تہ هو ٻنهي کي ڪپهہ جي فصل ۾ اعتراض جوڳي حالت ۾ ڏسي پنهنجي جذبات تي قابو نہ رکي سگهيو ۽ هن انهن ٻنهين کي قتل ڪري ڇڏيو. جڏهن تہ عدالت ان جي پيش نظر تہ فوتين جا لاش نہ صرف اهو تہ چار پنج گزن جي فاصلي تي پيل هئا پر انهن جا ڪپڙا بہ انهن جي جسم تي موجود هئا، جوابدار جي بيان ڪيل اشتعال ۽ غيرت واري دليل کي نہ مڃيو.

نہ صرف ايترو بلڪ خيرپور/ نوابشاهہ جي عدالتن تہ اهڙن ڪيسن ۾ بہ جوابدارن کي عمر قيد جي سزا ٻڌائي آهي، جنهن ۾ مقتول عورتن جي مائٽن جوابدارن سان ناهہ ڪري ڪين معاف ڪري ڇڏيو هو. اهڙي ريت عدالتون ان نتيجي تي پهچي رهيون آهن تہ ڪاروڪاري تحت قتل فقط فرد جو قتل ناهي پر سڄي عورت ذات ۽ سڄي سماج تي حملو آهي.

## قيدين لاءِ قانون

جيل مينوئل جي "قائدي- 21" هيٺ عورت قيديءَ جي تلاشي ۽ جسماني جانچ ڊپٽي جيل سپرنٽينڊنٽ ۽ ميڊيڪل آفيسر جي حڪم مطابق خاتون پهريدار (وارڊر) وٺندي.

## وقتي آزادي ۽ ڪجهه رعايتون

"قائدي- 35" هيٺ جيڪڏهن ڪنهن قيديءَ کي جيل ۾ ڪجهه وقت رهڻ کانپوءِ اپيل هلندي ضمانت تي آزاد ڪيو وڃي ٿو يا ڪنهن ٻي ڳالهه سبب سندس سزا روڪي وڃي ٿي ۽ پوءِ ڪيس سندس مليل سزا کي قائم رکي جيل موڪليو وڃي ٿو ته پوءِ جيل کان ٻاهر رهڻ وارو عرصو سندس سزا مان ڪاٽيو ويندو، جيستائين روبڪار ان جي ابتڙ حڪم نه ڏئي.

"قائدي- 38" هيٺ پيرول تي ڀڄڻ سبب ڪنهن قيديءَ جو جيل کان ٻاهر گذاريل عرصو سندس سزا ۾ ليکيو ويندو، جيستائين ڪنهن خاص معاملي ۾ ان جي ابتڙ ڪو حڪم ڏنو وڃي.

"قائدي- 57" هيٺ جيڪڏهن ڪنهن قيديءَ ڪجهه عرصو اسپتال ۾ يا ان کان ٻاهر گذاريو ته اهڙو عرصو سندس قيد ۾ ليکيو ويندو.

## قيديءَ جو سامان

"قائدي- 68" هيٺ جيل ۾ داخل ٿيڻ وقت قيديءَ وٽان جيڪا روڪ رقم، ڳهه، ڪپڙا ۽ ٻيو سامان ملندو يا ان کانپوءِ پوليس جي طرفان يا مائٽن يا دوستن طرفان قيديءَ کي آزاد ٿيڻ کان اڳ مليو هوندو، سو اسسٽنٽ جيل سپرنٽينڊنٽ داخلا انچارج يا ڊيوٽيءَ تي موجود آفيسر وصول ڪندو.

"قائدي-75" هيٺ هر قيديءَ کي هيٺ ڄاڻايل سامان پاڻ وٽ رکڻ جي اجازت آهي:

سوئيٽر 1 عدد، گنجيون 2 عدد، ٽوال 2 عدد، ڪمبل 1 عدد، جوراب 2 جوڙيون، لوٽو 1 عدد، مٿي لاءِ تيل 1 ننڍي شيشي، ڏندن جي پيسٽ

يا پائوڊر 1 پيڪيٽ، ڦڻي 1 عدد، ننڍي آرسي 1 عدد، اسٽيل يا جست جو گلاس 1 عدد، چمچو 1 عدد، ڪوپ يا پيالو (چانهه لاءِ) 1 عدد، پلاسٽڪ جي ٿالهي 1 عدد، پلاسٽڪ جو ڪونجو 1 عدد، مربو يا آچار 1 برني، اسڪوائش يا شربت 1 شيشو، بسڪوٽ 2 پاڪيٽ، ڪچو يا چڊي 1 عدد، مصلو 1 عدد، ماچيس 1 عدد، ڏهي 1 وٽي، چمپل يا جوتو 2 جوڙا، ڪجهه ڳهه (منڊي، نڪ جو ڪوڪو ۽ ڪنگڙيون)، نظر جي عينڪ 1 عدد، پڙهڻ لاءِ رسالا ۽ ڪتاب، (خاص طرح اسلامي ۽ معلوماتي)

"قائدي- 82" هيٺ جيل سپرنٽينڊنٽ، قيدي جي درخواست يا رضامنديءَ سان سنڌس سموري روڪ رقم يا ان جو ڪجهه حصو يا ٻيون شيون جيڪي جيل ۾ وٽس هجن سي قيديءَ جي دوست يا مائٽن کي ڏيئي سگهي ٿو. جيل سپرنٽينڊنٽ رقم جو ڪجهه حصو يا ٻيو سامان روڪي به سگهي ٿو ته جيئن جيل مان آزاد ٿيڻ وقت کيس پهرڻ لاءِ سنڌس ڪپڙا ۽ روڪ رقم ڏيئي سگهي.

"قائدي- 84" هيٺ قيدي هر هفتي پنج سو (500) روپين تائين جو چيڪ پنهنجي گهر ڀاتين جي خرچ پکي لاءِ ڪاٽي سگهي ٿو ۽ جيڪڏهن پنج سو (500) روپين کان وڌيڪ جي ضرورت هجي ته اهڙي واڌو چيڪ لاءِ مئجسٽريٽ کي اجازت وٺڻي پوندي. قيديءَ جو اهڙو چيڪ بوڪ ڊپٽي جيل سپرنٽينڊنٽ جي حفاظت ۾ رهندو.

## اپيلون ۽ درخواستون

"قائدي- 90" هيٺ جڏهن به ڪو قيدي پهريون ڀيرو سزا ڪاٽڻ لاءِ جيل موڪليو وڃي ٿو ته جيل سپرنٽينڊنٽ کيس ٻڌائيندو ته سزا جي خلاف اپيل ڪيترن ڏينهن اندر ڪري سگهجي ٿي ۽ ان لاءِ هو کيس هر قسم جي سهولت ڏيندو.

(1) مئجسٽريٽ جي فيصلي خلاف ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ وٽ اپيل ٽيهن (30) ڏينهن اندر

(2) سيشن جج وٽ اپيل ٽيهن (30) ڏينهن اندر

(3) قاسي جي سزا خلاف هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل سٺ (60) ڏينهن اندر

~~(4) باقي ٻين ڪيسن ۾ هاءِ ڪورٽ ۾ اپيل ستن (7) ڏينهن اندر~~

(5) سپريم ڪورٽ ۾ اپيل داخل ڪرڻ جي درخواست (30) ڏينهن اندر

"قائدي- 101" هيٺ هر سزا مليل قيديءَ کي رحم جي اپيل ڪرڻ جي آزادي آهي ۽ ان کي هر مناسب سهولت ڏني ويندي.

## قيدين جي آزادي

"قائدي- 117" هيٺ قيديءَ کي سندس آزاديءَ جي تاريخ اڳواٽ ٻڌائي ويندي ۽ ڪيس "سروس پوسٽ ڪارڊ" به ڏنو ويندو ته جيئن هو پنهنجي مائٽن کي آزاديءَ جي تاريخ جو اطلاع ڏئي.

"قائدي- 119" هيٺ جيڪڏهن آزادي موڪل واري ڏينهن ٿيڻي هوندي ته قيديءَ کي هڪ ڏينهن اڳ ۾ آزاد ڪيو ويندو.

"قائدي- 131" هيٺ آزاد ٿيندڙ قيديءَ کي سندس سيئي شيون ۽ روڪ رقم جيڪڏهن هجي ته ڪيس واپس ڪيون وينديون ۽ ان لاءِ ڪائنس رسيد داخلا رجسٽر تي ورتي ويندي.

"قائدي- 164" هيٺ جيل سپرنٽينڊنٽ ڪنهن قيديءَ جي وڏي عمر، ضعيفي يا بيماريءَ جي حالت ۾ سزا ختم ٿيڻ ڪان اڳ سندس آزاديءَ جي سفارش ڪري سگهي ٿو، انهيءَ ڪري ته جنهن قسم جي ڏوهه ۾ ڪيس سزا ڏني ويئي آهي، هاڻي متي ڄاڻايل سببن ڪري اهڙي قسم جو ڏوهه نٿو ڪري سگهي.

"قائدي- 197" هيٺ سخت بيماريءَ جي حالت ۾ قيدين کي سول اسپتال نيو ويندو ۽ ڪين جڏهن جيل ڪان ٻاهر ڪنهن اسپتال ۾ داخل ڪيو وڃي ته سندن سنڀال پوليس ڪندي ۽ اسپتال جو سمورو خرچ صحت کاتو ڀريندو.

## معافيءَ جو طريقو

"قائدي- (1) 211" هيٺ هر قيديءَ کي سٺي چال چلت تي سال ۾ پندرنهن (15) ڏينهن جي معافي ڏني ويندي.

"قائدي- 212" هيٺ رت ڏيڻ (Blood Donation) وارن قيدين کي ٽيهن (30) ڏينهن جي وڌيڪ معافي ملندي ۽ سندن صحت کي خيال ۾ رکندي جيترا پيرا رت ڏيڻ جي کين اجازت ڏني ويندي، هو اوترائي پيرا ان معافي جا حقدار ٿيندا.
"قائدي- 218" هيٺ عوامي خوشيءَ جي موقعن تي هر صوبائي حڪومت طرفان فوجداري قانون جي "قلم (1) 401" هيٺ بنا ڪنهن شرط وغيره جي قيدين کي خاص معافي ڏني وڃي ٿي.

## بنا پورهئي جي سزا وارا قيدي

"قائدي- (1) 273" هيٺ بنا پورهئي جي سزا وارا قيدي پنهنجا گهرو ڪپڙا پائي سگهن ٿا، پر عادتي ڏوهارين کي جيل جا ڪپڙا پائڻا پوندا.

## قيدي عورتون ۽ ٻار

"قائدي- 305" هيٺ سزا مليل يا جوابدار عورتن کي مرد قيدين کان الڳ رکيو ويندو ته جيئن هو هڪ ٻئي کي نه ڏسي نه ڳالهائي ۽ نه ئي وري ڪنهن قسم جو رابطو رکي سگهن. عورتن جو وراندو اهڙي ريت ٺاهيو وڃي جو مردن واري حصي مان اهي نظر نه اچي سگهن.

## منع ٿيل سزائون

"قائدي- 313" هيٺ ڪنهن به قيديءَ کي هٿ ڪڙيون يا پير پيڙيون هڻڻ يا وري ڪوڙا هڻڻ جي سزا نه ڏبي، پر جيڪڏهن ضروري سمجهجي ته کين هٿڪڙيون هڻي سگهجن ٿيون، جنهن جو مقصد فقط قيديءَ کي ڀڄڻ يا ڪنهن بي حرڪت کان روڪڻ آهي.

## پورن ڏينهن سان ڳورهاريون قيدي عورتون

"قائدي-322" هيٺ جڏهن به ڪا پيٽ واري عورت پورن ڏينهن سان هوندي ته اهڙو اطلاع "انسپيڪٽر جنرل پوليس" کي ڏنو ويندو ته

جيئن هو حڪومت کي سنڌس سزا ملتوي يا رعايت ڪرڻ لاءِ
چوي. ان ڏس ۾ ڊاڪٽرياڻي جي هڪ مڪمل رپورٽ موڪلڻ
لازمي آهي.

## قيد خاني ۾ ٻار ڄمڻ

"قائدي- 323" هيٺ جيترو ٿي سگهي قيد خاني ۾ ويم ڪرائڻ کان
پاسو ڪجي، پر جيڪڏهن ائين ممڪن نه ٿي سگهي ته ڪنهن
ڊاڪٽرياڻيءَ يا سنڌس غير موجودگيءَ ۾ ڪنهن سکيا ورتل دائيءَ
کي گهرايو ويندو، ان ڪم لاءِ جتي ويم گهر ۽ ٻارن جي سنڀال جا
مرڪز آهن ته اهڙن مرڪزن جي اختيارين کي چيو ويندو ته عورتن
جي وارڊ ۾ ڪنهن ڊاڪٽرياڻيءَ يا سکيا ورتل دائيءَ کي اهڙين
قيدي عورتن جي تپاس لاءِ باقائدا موڪلين.

## ٻارن کي جيل ۾ نه ڪڻ جا سبب

"قائدي- 327" هيٺ ڪنهن به قيدي عورت کي ٽن سالن کان وڌيڪ
عمر جي ٻار کي پاڻ سان گڏ رکڻ جي اجازت نه ملندي، جڏهن
ڪنهن ٻار کي ان کان وڌيڪ وقت رکڻ جي لائق نه سمجهيو وڃي
۽ جي ڪا قيدي عورت مري وڃي يا ڪيس ڦاهيءَ چاڙهيو وڃي ۽
هوءَ ڪو ٻار پويان ڇڏي وڃي ته جيل سپرنٽينڊنٽ ڊسٽرڪٽ
مئجسٽريٽ کي اهڙو اطلاع ڏيندو ۽ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ اهڙي
ٻار جي سنڀال جو بندوبست ڪندو.

## جوابدار قيدي لاءِ روڪ رقم

"قائدي- 377" هيٺ جوابدار قيديءَ کي پنهنجي مائٽن يا دوستن
وٽان روڪ رقم وٺڻ جي اجازت ملندي ته جيئن هو قائدي مطابق
ملندڙ شيون خريد ڪري سگهي.

## جوابدار قيدين لاءِ پورهيو

"قائدي- 381" هيٺ جوابدار قيدي جيڪڏهن چاهين ته ڪين قيدين
جي ڪارخاني ۾ ڪم تي لڳايو ويندو. پر انهن کان نيچ قسم جو

ڪم نہ ڪرايو ويندو. پوهاري ۽ نالين وغيره جي صفائي هميشہ پگهاردار جمعدارن کان ڪرائي ويندي.

## اخبارون ۽ رسالا

"قائدي- 387" موجب جوابدار قيدين کي ڪتاب پڙهڻ ۽ پنهنجي خرچ تي رسالن ۽ اخبارن پڙهڻ جي اجازت هوندي.

## سخت بيمار جوابدار قيدي

"قائدي- 397" هيٺ جڏهن ڪوئي جوابدار قيدي سخت بيمار ٿي پوي تہ (علاج سان گڏ) سپرنٽينڊنٽ هن جي رپورٽ واسطيدار ڪورٽ کي موڪليندو ۽ اهڙي رپورٽ سان گڏ هڪ ميڊيڪل رپورٽ يعني ڊاڪٽر جو سرٽيفڪيٽ بہ پڻ موڪليندو تہ جيئن ڪورٽ ان قيديءَ کي ضمانت تي آزاد ڪرڻ جو سوچي سگهي.

## بيڏوهي ذهني مريض کي جيل ۾ رکڻ جو مدو

"قائدي- 438" هيٺ بيڏوهي ذهني مريض کي طبي مشاهدي لاءِ وڌ ۾ وڌ ٽيهن (30) ڏينهن لاءِ جيل ۾ رکي سگهجي ٿو. ٽيهن (30) ڏينهن کان پوءِ جيل سپرنٽينڊنٽ انهيءَ مئجسٽريٽ يا واسطيدار آفيسر کي لکندو، جنهن جي حڪم هيٺ اهڙي مريض کي جيل ۾ رکيو ويو آهي تہ ڪيس آزاد ڪيو وڃي يا چرين جي اسپتال موڪليو وڃي، پر جيڪڏهن سَتن (7) ڏينهن اندر جيل سپرنٽينڊنٽ کي اهڙو آرڊر نہ ملي تہ هو "انسپيڪٽر جنرل پوليس" کي رپورٽ موڪليندو.

## سزا مليل پاڳل قيدي

"قائدي- 444" هيٺ جيل سپرنٽينڊنٽ کي جنهن وقت معلوم ٿئي تہ ڪو ٿي سزا مليل قيدي ذهني مريض يا پاڳل آهي تہ ڪيس في الحال ڏهن (10) ڏينهن لاءِ ڊاڪٽر وٽ طبي چڪاس يا مشاهدي ۾ رکيو ويندو، جنهن بعد ڊاڪٽر اهڙي رپورٽ جيل سپرنٽينڊنٽ کي

ڏيندو ۽ جيڪڏهن اهو قيدي سچ پچ ذهني مريض آهي تہ اهڙي رپورٽ ”انسپيڪٽر جنرل پوليس“ کي موڪلي ويندي تہ جيئن ڪيس چرين جي اسپتال ۾ موڪلڻ لاءِ اجازت حاصل ڪئي وڃي.

## کاڌ خوراڪ

”قائدي- 470“ هيٺ جيڪڏهن ڪنهن قيديءَ جي باري ۾ ڊاڪٽر سمجهي تہ سندس مقرر ماني سندس صحت لاءِ مناسب يا ڪافي نہ آهي تہ هو لکت ۾ سندس کاڌي پيتي لاءِ ڪنهن ٻي يا وڌيڪ شيءِ لاءِ هدايت ڪندو.

”قائدي- 472“ هيٺ قيدين کي نيرن هيٺينءَ ريت ملندي:
ڪڻڪ جو اٽو، کير، ڳڙ يا مُستي، چانهہ جي پتي.
منجهند ۽ رات جي ماني: ڪڻڪ جو اٽو، دال، سائي ڀاڄي، گيهہ، لوڻ، مرچ، هيڊ ۽ بصر.

”قائدي- 487“ هيٺ ٻار کي ٿڃ پياريندڙ ماءُ کي عام کاڌي سان گڏ 467 گرام کير ۽ 29 گرام کنڊ واڌو طور روزانو ڏني ويندي، جيستائين سندس ٻار هڪ سال جو ٿئي.

## ڳورهاري قيدي عورتن جو کاڌو

”قائدي- 488“ هيٺ ڳورهاري قيدي عورتن جي کاڌي تي خاص ڌيان ڏنو ويندو ۽ ڊاڪٽر اهڙي قسم جي هر قيديءَ لاءِ خاص کاڌو مقرر ڪندو، جيڪو هيٺ ڄاڻايل حساب مطابق هوندو.
کير، تازو ميوو، سائي ڀاڄي.

## ٻارن جو کاڌو

(I) ”قائدي- 489“ هيٺ ماءُ سان جيل ۾ گڏ رهندڙ ٻارن کي هيٺ ڄاڻايل حساب سان کاڌو ملندو.

(الف) ڏهن (10) مهينن جي عمر تائين کير 467 گرام ۽ کنڊ 29 گرام.
(ب) ٻارنهن (12) مهينن کان ارڙهن (18) مهينن تائين عمر جي ٻارن لاءِ کير 447 گرام، کنڊ 29 گرام، چانور 117 گرام، دال 29 گرام، لوڻ 10 ۽ گيهه 12 گرام.
(2) جيڪڏهن ڊاڪٽر ضروري سمجهي ته اجا به واڌو کاڌو ڏيئي سگهجي ٿو.
(3) هڪ سال کان وڌيڪ عمر وارن ٻارن کي هفتي ۾ ٽي ڀيرا 117 گرام تازو ميوو ڏنو ويندو.

### ڪمبل ۽ ٻيو سامان

518 (2) سخت ٿڌ جي مهينن ۾ يعني ڊسمبر کان فيبروريءَ ۾ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ واڌو ڪمبل هر قيديءَ کي ڏنو ويندو. ڪمبل ۽ اوني جيڪيٽ 15 آڪٽوبر تي قيدين کي ڏنا ويندا ۽ اهڙي طرح (14) اپريل تي کائن واپس ورتا ويندا.

(3) هر قيديءَ کي 15 اپريل تي هٿ جي وڃڻي ڏني ويندي، جيڪا 14 آڪٽوبر تي کانئس واپس ورتي ويندي.
(4). اهڙيون قيدي عورتون جن سان سندن ٻار گڏ هوندا انهن کي هيٺ ڄاڻايل شيون في ٻار جي حساب سان ڏنيون وينديون:
کير جي بوتل، بوتلَ جي نپل، ٽالڪم پائوڊر (وچولي قسم جو)، وهنجڻ لاءِ صابڻ، ڪپڙا (وچولي قسم جا)، ٻنڊڻيون (جيل جون ٺهيل) رانديڪا، جوتا (وچولي قسم جا)

## مٿين درجي ۾ رهڻ لاءِ درخواست

”قائدي- 541“ هيٺ مٿين درجي ۾ رهڻ لاءِ قيدي سرڪار کي ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ معرفت اهڙي درخواست موڪلي سگهي ٿو. درخواست ۾ جيترو ٿي سگهي قيديءَ جي سماجي حيثيت ۽ تعليم وغيره جو وچور ڏيڻ گهرجي.

## ڦاهيءَ جي سزا مليل قيديءَ لاءِ ملاقات وغيره جي سهولت

"قائدي- 543" هيٺ ڦاسيءَ جي سزا مليل قيديءَ کي پنهنجي مائٽن، دوستن ۽ وڪيلن سان ملڻ جي اجازت هوندي ۽ عام طرح پندرهن (15) ڏينهن ڪانپوءِ هڪ ملاقات ۽ هڪ خط لکڻ جي اجازت هوندي ۽ جيڪڏهن اهڙي قيديءَ جي ڪا خواهش هوندي تہ جيل سپرنٽينڊنٽ قيديءَ جي واسطيدار ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ کي لکندو تہ جيئن قيديءَ جي ملاقات جي اهڙي خواهش سندس مائٽن ۽ دوستن تائين پهچائي.

## عام خط ۽ ملاقات

"قائدي- 544" هيٺ مٿي ڄاڻايل قائدي ۾ سهولتن ڪانسواءِ هر سزا مليل قيديءَ کي پندرنهن (15) ڏينهن ۾ هڪ ڀيرو پنهنجي مائٽن ۽ دوستن سان ملڻ جي اجازت هوندي، ڪيس هر مهيني هڪ "سروس پوسٽ ڪارڊ" ملندو ۽ ان ڏانهن ايندڙ خطن تي ڪنهن بہ قسم جي پابندي نہ هوندي ۽ ڪيس پنهنجي خرچ تي مهيني ۾ ٻن خطن لکڻ جي پڻ اجازت هوندي، پر اهڙي اجازت صرف سٺي چال چلت تي ڏني ويندي ۽ اهڙي سهولت جيل سپرنٽينڊنٽ واپس بہ وٺي سگهي ٿو.

## ملاقاتن جو تعداد

"قائدي- 554" هيٺ هڪ وقت ڇهن کان وڌيڪ بالغ ماڻهن کي ملاقات جي اجازت نہ ملندي. ڦاهيءَ جي سزا واري قيديءَ سان سندس آخري ملاقات لاءِ پنجاهہ (50) کان وڌيڪ بالغ ماڻهن کي ملاقات جي اجازت نہ ڏني ويندي، پر اهي پنجاهہ (50) ماڻهو بہ ڏهن ڏهن ماڻهن جي پنجن ٽولين ۾ ساڻس ملي سگهندا. جيل

سپرنٽينڊنٽ انهيءَ ڪان وڌيڪ ملاقاتين ڪي اجازت ڏيئي سگهي ٿو، پر اهڙي عمل سان بئي ڏينهن ايندڙ ڦاهيءَ جي انتظام ۾ ڪنهن به قسم جي رنڊڪ نه پوندي هجي.

## ملاقات وقت روڪ رقم ۽ ٻين شين جو جمع ڪرائڻ

"قائدي- 562" هيٺ جيڪڏهن قيديءَ جا مائٽ يا دوست ساٿس ملاقات وقت ڪا روڪ رقم يا ٻي ڪا شيءِ کيس ڏيڻ چاهين، پوءِ ڀلي اهي جيل جي استعمال يا سندس آزاديءَ واري وقت لاءِ هجن، ته ڪين اهڙيون شيون ۽ روڪ رقم ماڙي تي جمع ڪرائيون پونديون، جيڪا قائدي موجب اهڙي رجسٽر ۾ داخل ڪري قيدي کي ان بابت ڄاڻ ڏني ويندي.

## جوابدار قيدين جي وڪيل سان ملاقات

"قائدي- 566" هيٺ جوابدار قيدين جي سندس وڪيل سان ملاقات جيل آفيسر جي روبرو ٿيندي، پر سندن وچ ۾ ٿيندڙ گفتگو هو ٻڌي نه سگهندو، اهڙي ملاقات جي رعايت جيل سپرنٽينڊنٽ جوابدار قيدين کي ڪنهن ويجهي مائٽ سان ملڻ لاءِ به ڏيئي سگهي ٿو.

## جوابدار قيدين جا ڳجها خط

"قائدي- 568" هيٺ ڪو به جائز لکت ۾ ڳجهو خط جيڪو جوابدار قيدي پنهنجي وڪيل جي لاءِ هدايت طور لکي ته جيل سپرنٽينڊنٽ انهيءَ قسم جي لکت يا ان جي ڪنهن حصي کي ڪنهنجي اڳيان ظاهر ڪرڻ ڪانسواءِ سندس وڪيل ڏانهن موڪليندو.

# اقليتن جا آئيني ۽ قانوني حق

پاڪستان جي آئين جي آرٽيڪل 4، 9، 10، 11، 14، 15، 16، 17، 18، 19 تحت پاڪستان ۾ رهندڙ سمورا عيسائي، هندو، سک، يهودي، پارسي، احمدي، ٻڌ، بهائي ۽ ٻين مذهبن سان تعلق رکندڙ شهري قانون جي پاسداري، شخصي تحفظ، غيرقانوني گرفتاري کان بچاءُ، انساني وقار، تشدد کان بچاءُ، ذاتي زندگي جي پرائيويسي ۽ چرپر، اجتماع، تنظيم سازي، ڪاروبار ۽ اظهار جي مڪمل آزادي جا حقدار آهن. آرٽيڪل 25 تحت رنگ، نسل ۽ مذهب جي بنياد تي ڪو به متيبد ناهي ڪرڻو. ڪنهن به اقليت يا مذهبي گروهه سان تعلق رکندڙ شهري کي آرٽيڪل 20 تحت پنهنجي مذهبي عبادت ۽ پرچار جو مڪمل حق حاصل آهي ۽ آرٽيڪل 21 تحت انهن تي نه ڪو مذهبي ٽيڪس مڙهي سگهجي ٿو ۽ نه ئي آرٽيڪل 22، 23، 26، 27 تحت انهن سان تعليم، ملڪيت رکڻ، تفريح ۽ ملازمتن جي معاملي ۾ ڪو فرق رکي سگهجي ٿو. پاڪستان پينل ڪوڊ جي قلم 295-A ۽ 296 تحت ڪنهن جي مذهبي جذبن ۽ اجتماع کي نشانو بڻائڻ پڻ هڪ سنگين ۽ قابل سزا ڏوهه آهي. آئين جي آرٽيڪل 36 تحت حڪومت کي اقليتن کي مڪمل تحفظ ڏيڻو آهي.

پاڪستاني آئين جي آرٽيڪل 25 تحت پاڪستان جا سمورا شهري برابر آهن ۽ آرٽيڪل 35 تحت خاندان، زال، مڙس ۽ ٻار کي مڪمل تحفظ حاصل آهي، ان ڪري ڪنهن به ساڳي مذهب جي مختلف فرقن، ذاتين ۽ درجن سان تعلق رکندڙ بالغ ۽ غير شادي شده ڇوڪرو ۽ ڇوڪري پاڻ ۾ شادي ڪري سگهن ٿا. انهن تي ذات، پات، رنگ، نسل، مالي ۽ خانداني حيثيت جو ڪو به اثر نه پوندو. ساڳي ريت انتهائي سنجيده ۽ ناقابل حل اڻبڻتن، زيادتين يا اختلافن جي صورت ۾ ڪا به زال پوءِ ان جو ڪهڙي به مذهب،

